پاڪستان جي انساني حقن جو ترجمان

# جهدِ حق

Monthly JEHD-E-HAQ

فيبروري 1998 قيمت 5 روپيه



## عبادت گاهون بہ غير محفوظ

# جمهوري ادارن ۾ عورتن جي نمائندگي

- عورت جمهوريت جو اهم ۽ هڪ جيترو حصو آهي.

جمهوري عمل ۽ جمهوري ادارن ۾ عورتن جي شرڪت ان جو حق به آهي ۽ فرض به.

ان لاءِ جمهوري ادرن ۽ سياسي جماعتن جي قيادت ۾ عورتن جي مناسب نمائندگي لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪيو ۽ عورتن جي مطالبن جي مردن جي حمايت کي يقيني بڻايو.

- جيتوڻيڪ عورتون آبادي ۾ تناسب جي بنياد تي اسيمبلين ۾ مردن جي برابر سيٽن جي حقدار آهي. معروضي حالتن کري ڪجهه عرصي کان انهن لاءِ وفاقي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ هڪ ڏهائي سيٽون مخصوص ڪرڻ جو مطالبو ڪيو پيو وڃي. ان منصوبي جي تائيد ۾ عام راءِ کي منظم ڪيو وڃي.
- سياسي جماعتن جي اڳواڻن تي زور ڏنو ته هو پنهنجي تنظيمن جي اعلي ادارن ۾ عورتن کي مناسب نمائندگي ڏين.
- بلدياتي ادارن جي تنظيم نو ملڪ ۾ جمهوري نظام جي تڪميل لاءِ لازمي آهي. انهن ادارن کي آئيني تحفظ ڏيارڻ ۽ کين مقامي سطح تي موثر ۽ بااختيار بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪريو.
- بلدياتي ادرن جي چونڊن جي موقعي تي تمام عورتن جي مسئلن کي انتخابي ايجنڊي جو اهم نقطو ناهڻ لاءِ تحريڪ هلايو.
- ڪنهن سياسي پارٽي ۽ ڪنهن اميدوار جي انساني حقن جي باري ۾ بالعموم ۽ عورتن جي حقن ۾ بالخصوص ڪهڙورويو رهيو آهي ۽ اڳتي چا امڪان آهي ان کي پنهنجي ووٽ جي ڪسوٽي ناهيو.
- عورتن جي شهري ۽ سماجي حقن جو بلدياتي ادارن جي ڪارڪردگي سان گهرو تعلق آهي.

انهن ادارن ۾ عورتن جي وڌ کان وڌ نمائندگي لاءِ جدوجهد ڪريو.

## ياد رکو!

عورتن جا حق بنيادي انساني حق آهن

عورتن جي جمهوري عمل ۾ شرڪت ئي امن، انصاف، مساوات ۽ ترقي جي ضمانت ڏئي سگهي ٿي.

پاڪستان ڪميشن برائي انساني حق

"ايوان" جمهوري 107 ٽيپر بلاڪ، نيو گارڊن ٽائون لاهور فون 042-5838341

| اسلام آباد | پشاور | ڪوئٽه | ڪراچي | سپيشل ٽاسڪ فورس حيدرآباد | سپيشل ٽاسڪ فورس ملتان |
|---|---|---|---|---|---|
| B- گلي نمبر F-8/138<br>اسلام آباد<br>فونڪ ٽيڪس<br>051-281745 | فليٽ نمبر405 بلاڪ B<br>سٽي ٽاورز،<br>جهانگيرآباد،جمرود روڊ،<br>يونيورسٽي ٽائون<br>پشاور<br>فون/ٽيڪس<br>0521-844253 | آفيس نمبر 12 فلور 3<br>بلديہ شاپنگ<br>ڪمپليس ميزان چوڪ<br>ڪوئٽه<br>فون:<br>081-847900 | 1/1-C بلاڪ 6<br>پي اي سي ايچ ايس<br>ڪراچي<br>فون/فيڪس<br>021-4532459 | 52 رابعہ<br>اسڪوائير گاڏي<br>کاتو<br>حيدرآباد<br>فون:<br>0221-783688 | 54 - عظمت<br>واسطي روڊ<br>ملتان<br>فون:<br>061-541020 |

# فهرست


دهشتگردي ۾ ٻاهرين هٿ جو مفروضو 5
قبائلي ۽ مسلح ٽڪراء 6
مني حڪمراني لاءِ اختيارن جي ورهاست جي ضرورت 7
راڄلداس پلاٽ ڪيس 8
1997 دوران ڪراچي ۾ ٿيندڙ غير فطري موت 9
قانون نافذ ڪندڙ ادارا 10
فرقي واريت 12
ٻار 13
متفرق خبرون 14
جيل جو دورو ڪندڙ سرگرم ڪارڪنن لاءِ ڪجهه ضروري هدايتون 19
ايڌي اسپتال تي قبضو 21
بدين- مسئلا منهنجي شهر جا 22
لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ ورڪشاپ 22
دوراب پٽيل انعام 23
تعليم 24
عورتون 27
سرحد صوبي ۾ جيل خاني ۾ قيدي ٻارن جو مطالعو 31
سرحد صوبي جي جيلن ۾ قيد ٻارن خلاف ڪيسن جي تفصيل 34
صحت 35
ميرپور خاص - شهري مسئلا 37
"دهشتگردي مخالف محاذ" پاران پيش ڪيل يادا شتون 39
جهد حق پڙهندڙن جا خط 41


## دهشتگردي جو زهر - قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي ناڪامي

ڊڪشنري ۾ اهڙا سخت لفظ موجود ناهن جيڪي آچر تي لاهور شهر ۾ شيعه فرقي جي ماڻهن جي قتل عام جي مذمت لاءِ استعمال ڪري سگهجن. 20 ماڻهن کان وڌيڪ بي گناهه ماڻهن کي ڏاڍي بي حسي سان قتل ڪيو ويو. هي سانحو ان انتظاميه جي چهري تي هڪ زوردار چماٽ جي حيثيت رکي ٿو، جنهن جي دعويٰ آهي ته ان جو "دهشتگردي جي خاطمي وارو قانون" موثر ثابت ٿيو آهي. جيڪڏهن قوم جي سياسي وجود ۾ دهشتگردي جو زهر موجود آهي ته ان جو اظهار ڪرڻ به هڪ وڏو خطرو آهي. ان مصيبت کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ صرف سخت قانون سازي ئي ڪافي ناهي.
هن وحشياڻي قدم جي ذميداري بدنام زمانه لشڪر جهنگوي، پهرين ئي قبول ڪري ورتي آهي. هي ڳالهه واضح آهي ته ڊيره غازي خان جيل مان لشڪر جهنگوي جي چار قاتلن جي فرار ٿيڻ ۽ مومن پوره سانحي جي وچ ۾ تعلق کي نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي. هي تنظيم مخالفن کي قتل ڪرڻ جو عقيد رکي ٿي. جنهن کي هن ڪڏهن به لڪائڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي. بلڪ ان جي دعويٰ آهي ته سندس تنظيم جي قيام جو مقصد ئي اهو آهي.
ڊيره غاي خان جيل کان فرار ڪيئن ممڪن هو؟ ان جي باوجود قانون نافذ ڪرڻ واري مشينري کي چوڪس چو نه ڪيو ويو جو ان کان پوءِ فرقي وار سانحن جي امڪان ۾ اضافو ٿي پيو هو ۽ شيعه فرقي جي مذهبي هنڌن ۽ خاص طور تي انهن هنڌن جي نگراني ۽ حفاظت جو اهتمام چو نه ڪيو وي جتي سندن مذهبي مجلس ٿي رهي هئي ۽ هي ڳالهه بلڪل صاف آهي ته ملڪ عام قانون ۾ ڪو نقص ناهي اصل ۾ قانون نافذ ڪندڙن جو هر قدم ناڪام ٿي رهيو آهي.
ٻن مذهبي دهشتگردن ڏينهن ڏٺي صرف ٻن منٽن جي مختصر وقت ۾ 22 انسانن کي زندگي کان محروم ڪري ڇڏيو. ان جي سببن جي تحقيقات لاءِ حڪومت جيڪا انڪوائري شروع ڪرائي آهي، ان تي صرف 15 ڏينهن لڳندا. هي ان ڳالهه جي هڪ ٻي شهادت آهي ته ڏوهاري ماڻهو ڪهڙي طرح امن امان جي ذميداري مشينري جي مقابلي ۾ تيز رفتاري جو مظاهرو ڪن ٿا. امن امان جا ذميوار ادارا نه رڳو هي ته وقت کان پهرين ڏوهارين جي منصوبي جو اندازو نه لڳائي سگهيا، پر هاڻي هو تحقيقات ڪندڙ ججن کي سانحي جي باري ۾ بروقت معلومات ۽ مواد، پهچائڻ ۽ تازي پيش رفت کان آگاهه ڪرڻ وارا فرض پوري طرح ادا نه ڪري رهيا آهن.
هن سانحي کان پوءِ عوام طرفان حڪومت تي شديد تنقيد جو اڏو اچڻ قابل فهم آهي. جيڪڏهن حڪومت جلد ئي قاتلن ۽ لشڪر جهنگوي جي تمام نمايان ڪارڪنن کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي ۽ وقفي وقفي سان رونما ٿيندڙ فرقي وارانه دهشت گردي جي واقعن جو خاطمو نه ڪري سگهي، جيڪي گهٽو ڪري هڪ لهر جي شڪل ۾ هڪ ٻئي جي پٺيان رونما ٿين ٿا ته يقينن عوامي جذبات جي شدت ۾ واڌارو ئي ٿيندو.

(ايچ آر سي پي پريس رليز - 12 جنوري 1998)

## فرقي وارانه دهشتگردي جي سببن جي تحقيق لاءِ وسيع تر ڪميشن قائم ڪيو وڃي

"دهشتگردي خلاف محاذ (FAT) آچر 11 جنوري تي ٻن درجن کان وڌيڪ بي گناهه ماڻهن جي قتل تي شديد مذمت ڪندي حڪومت کان مطالبو ڪيو آهي ته اها پنهنجي پاليسين تي نظرثاني ڪري جيڪا سڌي ۽ اڻ سڌي طرح اهڙن سانحن جو سبب بنجي رهي آهي. آچر واري هولناڪ قتل عام ۽ ان کان پوءِ رونما ٿيندڙ هنگامون کي اهڙا واقعا ناهن جيڪي اڪدم رونما ٿيا آهن هي ڪيس فوري حادثه ناهن پر هڪ مستقل مسئلو Issue آهي، جنهن کي حل ڪرڻ جي ضرورت آهي. انهن خيالن جو اظهار گذريل سال تشڪيل پائيندڙ 20 تنظيمن جي مشترڪ فورم "دهشتگردي خلاف مهاذ" جي پريس رليز ۾ ڪيو ويو آهي محاذ ملڪ ۾ وڌندڙ دهشتگردي جي روڪٿام لاءِ قائم ڪيو ويو آهي.

محاذ هن ڳالهه تي يقين رکي ٿو ته حڪومت جنهن عدالتي تحقيقات جو حڪم ڏنو آهي، اهو انتهائي غير مناسب آهي ۽ ان مسئلي جي حل جي حل ڪان غير متعلق آهي ڇاڪاڻ ته هي معاملو صرف مومن پورو سانحي تائين محدود ناهي پر وڏي پيماني تي جاري فرقي وارانه دهشتگردي سان تعلق رکي ٿو. ان لاءِ وسيع تر ريفرنس سان گڏ هڪ انڪوائري ڪميشن تشڪيل ڏيڻ جي ضرورت آهي. هي امر انتهائي اهم آهي ته فرقي وارانه تعصب جي شهرت رکندڙ ڪنهن به ماڻهو کي ان ڪميشن ۾ شامل نه ڪيو وڃي.

اڳاري تي محاذ جي اجلاس ۾ هي محسوس ڪيو ويو ته صدر، وزيراعظم ۽ حزب اختلاف جي اڳواڻ جا هي بيان ته ڪو مسلمان ڪنهن ٻئي مسلمان کي قتل نه ٿو ڪري سگهي، بلڪل بي معنيٰ ۽ فضول آهن ۽ ان جو مقصد عوام جو ڌيان اصل مسئلي کان هٽائڻ آهي.

دهشتگردي خلاف مهم ان لاءِ ڪامياب نه ٿي رهي آهي ته حڪومت خود اهڙي فضا پيدا ڪري رهي آهي، جيڪا دهشتگردن جي سرگرمين لاءِ مفيد ۽ مددگار آهي. حڪومت جا هيٺ ڏنل قدم دهشتگردي جي حوصلہ افزائي ڪري رهيا آهن.

1- خانگي فوجي تربيت تي پابندي جي قانون تي عمل درآمد نه ٿو ڪيو وڃي.

2- قتل، تشدد ۽ هنگامه آرائي ڪي اپارڻ وارن کي قانون موجب سزائون نه ٿيون ڏنيون وڃن.

3- ديني مدرسن کي زڪوات فنڊ مان امداد ڏني پئي وڃي، جن مان ڪيترا اهڙا آهن جيڪي دهشتگردي جي تربيتي مرڪزن کي تحفظ ڏيندا آهن.

4- اعليٰ حڪام ۽ سياستدان قانون تي عمل ۾ مداخلت ڪن ٿا. هي امر انتهائي اهم آهي ته قانون لاڳو ڪندڙ حڪام کي پوري آزادي سان سندن فرض ادا ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي. انهن جي ڪجهه مداخلت ڪرڻ يا رڪاوٽ وجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي.

محاذ جي اجلاس ۾ هيٺ ڏنل تنظيمن جي نمائندن شرڪت ڪئي. HRCP ڊيمو ڪريٽڪ ڪميشن برائي انساني ترقي، A.G.H.S ليگل ايڊيل، عورت فائونڊيشن، شرڪت گاهه، واري مرڪز برائي قانوني امداد ۽ بحالي، نيشنل هيومن رائٽس آفيس، جسٽس اينڊ پيس ڪميشن، سائوٿ ايشيا پارٽنر شپ، پنجاب نوجوان محاذ

(Fat پريس رليز 13 جنوري 1998)

## اخبار جي معذرت کان پوءِ بي جواز ڪارروائي

گذريل هفتي روزانه "پاڪستان" ۾ علامه شبلي نعماني جي اقتباس و شايع ٿيڻ جي شڪل هڪ اهڙي غفلت هئي جيڪا روڻما نه ٿيڻ گهربي هئي پر اخبار طرفان معافي گهرڻ ۽ ان جي ذميدار ڪارڪن کي سڄ اڏيڻ بعد ان غير ارادي طور تي روڻما ٿيندڙ ڏوهه کي معاف ڪري ڇڏجي وڃڻ ڪپندو هو پر هڪ هفتو گذرڻ کان پوءِ اخبار جي آفيس تي ڇاپو هڻي سينئر صحافين کي گرفتار ڪرڻ واري قدم هن واقعي کي هڪ دفعو وري عوام جي ذهن کي تازو ڪري ڇڏيو آهي.

ٻڌايو پيو وڃي ته صحافين خلاف دفعه 295 تحت ڪيس هلايو ويندو. هي دفعه واضح طور ان هنڌ لاڳو ٿيندي آهي. " جنتي جاڻي واڻي بد نيتي سان مذهبي جذبن کي ڀڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي" جڏهن ته هي امر هر شخص تي واضح ٿيڻ گهرجي ته هن معاملي ۾ نه بد بنتي شامل هئي نه ارادو ۽ نه هڪا سوچ ويچار هر پاسي کان اهوئي نظر اچي ٿو ته هي صرف هڪ غلطي هئي جيڪا بي احتياطي ۽ هڪ پراڻي مستند ڪتاب تي غير معمولي اعتبار سبب روڻما ٿي.

عوام ۾ هي سوچ روڻما ٿي رهي آهي ته هاڻ حڪومت پريس کي پنهنجو مطيع ۽ فرمان بردار ناهڻ لاءِ منصوبه بندي ڪري رهي آهي.

تازي ڪنيل قدم کي به ان رستي ڏانهن پيش قدمي قرار ڏني سگهجي ٿو. جيڪڏهن هي درست آهي ته اها وڏي حماقت آهي ۽ هي ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته پريس جي غير معمولي غلطين تي غير ضروري رد عمل جو اظهار لاءِ ان جي پنهنجن فرضن جي ادائگي کي وڌيڪ ڏکيو ڪندي. اسان جي پريس مجموعي طور تي پنهنجا فرض ذميداري جي ڀرپور احساس سان ادا ڪري رهي آهي ۽ ان سان گڏ مستقل مزاجي سان پنهنجو جمهوري ڪردار به نڀائي رهي آهي. حڪومت کي ڪو اهڙو قدم نه کڻڻ گهرجي جنهن جو مقصد پريس جي ڪارڪردگي ۽ ڪردار کي متاثر ڪرڻ هجي.

(HRCP پريس رليز - 20 جنوري 1998)

## خليجي شهزادن جي ڪيمپن ۾ تشدد سان ٻن ٻارڙين جو موت

ٻن ڇوڪرين نذيران ۽ شهناز جي مبينه قتل جي خبر جنهن کي تشدد ڪري موت جي گهاٽ اماٿيو ويو، وار ڪاندارڻ جهڙي آهي. ٻن ڇوڪرين جن جي عمر 12 ۽ 13 سال هئي انهن کي عرب رياستن جي شهزادي ناصر جي ڪيمپ ۾ ان طرح تشدد جو نشانو بنايو ويو جو ان سان ٻنهي جو موت واقع ٿيو. هي الزام به لڳايو ويو آهي ته هن ڏوهه ۾ شهزادي سان گڏ مقامي سياستدان به شامل آهي. انتظاميه اڃا تائين ان وقعي جي ترديد ناهي ڪئي. هن ڳالهه جو تصور به پنهنجي جاءِ تي قابل نفرت آهي ته امير رياستن جا حڪمران نو عمر پاڪستاني ٻارڙين کي اهڙي طرح پنهنجي وحشي خواهشن جو نشانو بنائن پر اسان جي انتظاميه جو هي طرز عمل هن قومي توهين ۾ اضافي جو سبب بنجي رهيو آهي ته انتظاميه ۽ حڪمران ملي ڪري هڪ ٻئي ملڪ جي شاهي خاندان جي ماڻهن جي غير انساني فعل کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ ڪين پنهنجي ملڪ جي معصوم ٻارڙين کي انصاف ڏيارڻ ۾ ڪابه دلچسپي ناهي. انساني حقن جي ڪميشن وٽ اهڙا لفظ ناهن جن سان ملڪ جي ڏورانهن علائقن ۾ ۽ ناانتظاميه جي سرپرستي هيٺ پيش ايندڙ اهڙن سنگين واقعن جي مذمت لاءِ استعمال ڪري سگهجن. ڪميشن تمام جلد ان سانحي جي تحقيقات لاءِ پنهنجي مشن ان علائقي ڏانهن موڪليندي ۽ ان جي رپورٽ عوام تائين پهچائيندي.

(HRCP پريس رليز - 20 جنوري 1998)

# دهشتگردي ۾ ٻاهرين هٿ جو مفروضو

عزيز - اي صديقي

لاهور ۾ ٿيندڙ دهشتگردي جي باري ۾ ڪيترن لفظن جي وضاحت ضروري آهي. اهڙا نقطا پهرين به اهڙي طرح جي واقعن کان پوءِ کنيا ويندا رهيا آهن، پر ان جو ڪڏهن به تسلي بخش حل نہ ملي سگهيو آهي.

اول اهڙن سيني واقعن ۾ غير ملڪي هٿ جي ملوث هجڻ جو رجحان هميشہ کان پايو ويندو رهيو آهي ۽ اهو ماڻهو ۾ انتظاميہ جي ناڪامي جي تصور کي گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪيو ويندو آهي تہ جيئن عوامي غم ۽ غصي جو اظهار فرضي ماڻهن تي نڪري سگهي، جنهن جي ڪري حڪومت جي نيڪ نامي کي خطرو لاحق ٿي سگهي ٿو.

هي خيال سرڪاري مقصد تہ شايد پورا ڪري ڇڏي. پر ان مفروضي جي زندگي ڏاڍي ٿوري هوندي آهي. اهڙي ڌوڪي جو اثر عوام بجاءِ حڪومت تي وڌيڪ ٿئي ٿي. جنهن جي ڪري حڪومت جي برائي جا اندروني سبب لڪي وڃن ٿا ۽ هي وڌيڪ خطرناڪ امر آهي. اهڙي طرز مل جي ڪري دهشتگردي جون اندروني پاڙون مضبوط کان مضبوط ٿينديون وڃن ٿيون ۽ ان کي ڪچلڻ لاءِ وڌيڪ طاقت جي ضرورت پوندي آهي.

هي ڪهڙي بنياد تي چئي سگهجي ٿو تہ هڪ مسلمان ٻئي مسلمان جو خون نہ ٿو وهائي سگهي. تلخ حقيقت هي آهي تہ مسلمانن سواءِ مسلمانن جي ڪنهن ٻئي جو خون شايد ئي ڪو ڪيو هجي.

افغانستان، مشرقي وسطيٰ ۽ شمالي آفريقہ ان جون واضح مثالون آهن ۽ پاڪستان بہ جيڪڏهن مثال وٺون تہ گذريل ڪجھ سالن ۾ ڪراچي ۾ ڪير هڪ ٻئي جو خون وهائي رهيو هو ۽ پنجاب ۾ مسجدن ۽ بازارن ۾ رت جون نديون بہ " مسلمانن جي بهادري" جون دليلون آهن ۽ انهن واقعن ۾ ملوث ڪيترن ماڻهن جي گرفتاري ڪنهن غير ملڪي هٿ جي ملوث هئڻ جي ڪهڙي نشاندهي ڪري ٿي. ۽ جيڪڏهن هي مڃي بہ وٺجي تہ بہ انهن کي روڪڻ لاءِ اڄ تائين ڪهڙا قدم کنيا ويا آهن ۽ جيڪڏهن اهو نہ ڪيو ويو تہ ڇا انهن حالتن ۽ واقعن کي سمجهڻ جي بہ ڪوشش ڪئي وئي آهي يا نہ. جنهن بنياد تي ايتري آساني سان هي اهڙا خطرناڪ ڪم ڏئي رهيا آهن. ڇا ديني مرڪزن جي باري ۾ ڪي قدم کنيا آهن، جيڪي پيسي ۽ مدد جي ڪري اهڙن واقعن جو باعث بڻجي رهيا آهن. حڪومت ان وقت تائين اهڙن مدرسن تي ڪابہ توجهہ نہ ڏني جيستائين هي ٻين علائقن کي جهنم بنائڻ لاءِ طالبان ۽ مجاهدن جهڙي فوج کي منظر ڪري رهيا هئا ۽ هاڻ بہ اهڙن مدرسن جي باري ۾ ڪنهن قسم جي پابندين جي باري ۾ سوچڻ ڏوهہ آهي تہ پوءِ اسين الزام تراشي جو ڇا ڪيون.

ٻيو اهم نقطو ان فرقي واريت کي دهشتگردي قرر ڏيڻ جي شعوري ڪوششون آهن سپاهہ محمد، سپاهہ صحابہ ۽ لشڪر جهنگوي جو عمل سبب جي اڳيان عيان آهي تہ پوءِ مذهبي فرقي واريت جي عنصر کي هڪ ئي ڌڪ سان ڪيئن نظرانداز ڪري سگهجي ٿو.

هي ڳالهہ بہ سچ آهي تہ نفرت جي هي باهہ اڃا تائين عام ماڻهو تائين نہ پهتي آهي ۽ مذهبي دهشتگردن جو هي گروهہ اڄ اتائين مٺ ڀريل ماڻهن تي مشتمل آهي، پر پوءِ بہ اهڙن ماڻهن وٽ موجود اسلحو ۽ ڌماڪي خيز مواد جي مسلسل رسد ڪنهن بہ وڏي تباهي جو پيش خيمو ٿي سگهي ٿي.

اهڙي صورتحال ۾ خود حفاظتي جي تصور جي باعث ڪابہ ڪميونٽي پنهنجي تحفظ لاءِ وري

> نفرت جي هي باهہ اڃا تائين عام ماڻهو تائين نہ پهتي آهي ۽ مذهبي دهشتگردن جو هي گروهہ اڄ اتائين مٺ ڀريل ماڻهن تي مشتمل آهي، پر پوءِ بہ اهڙن ماڻهن وٽ موجود اسلحو ۽ ڌماڪي خيز مواد جي مسلسل رسد ڪنهن بہ وڏي تباهي جو پيش خيمو ٿي سگهي ٿي.

اسلحي جو سهارو ئي وٺندي.

آخري سوال هي آهي تہ هن سڄي عمل ۾ ڇا ڪيو وڃي عدالتي ڪارروائي جو مقصد صرف عوام ۾ غم ۽ غصي جي جذبات کي ٿڌو ڪرڻ آهي ۽ هي بي عملي جو ثبوت آهي.

وناجات ڪيس ۽ ڪو آپريٽو ڪيس جي تحقيقات بہ اقتدار جي ايوانن ۾ موجود حڪمرانن خلاف عوامي غم ۽ غصي کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش هئي ۽ ان تحقيقات جو اصل مقصد بہ انهن اسڪينڊلن ۾ ملوث وڏن ڌوهارين جو تحفظ هو. مرتضيٰ ڀٽو قتل جي تحقيقات بہ هن عمل جي واضح مثال آهي جتي عدالتي تحقيقات، کي عوام کان اڃا تائين لڪائي رکيو آهي، جنهن جي باعث ان ڪيس ۾ عوامي دلچسپي آهستي آهستي گهٽ ٿيندي ٻئي وڃي.

پوئين هفتي ٿيندڙ مومن پوره ڪيس لاءِ قائم ڪيل عدالتي ٽربيونل بہ اخباري رپورٽن ۽ خفيہ ايجنسين جي رپورٽن کان وڌيڪ ڪا شي حاصل نہ ڪري سگهندو. تحقيقات جي دائري ڪار صرف ان حد تائين هوندو تہ تخريبڪار ڪهڙي طرح پنهنجي مشن کي آساني سان تڪميل تائين پهچائي فرار ٿي ويا ۽ ڇا واقعي وقت پوليس موجود هئي يا نہ ۽ جيڪڏهن موجود هئي تہ ان ڇا ڪيو؟ ماڻهن کي ان عمل سان ٿوري بہ دلچسپي نہ آهي، انهن کي ڏوهارين جي نشاندهي گهرجي انهن جي پشت پناهہ ڪير آهي ۽ قانون جا محافظ ڪڏهن انهن کي پنهنجي گرفت ۾ وٺندا. انهن سوالن جا جواب ڪنهن بہ ٽربيونل وٽ ناهن. اگر ائين نہ هجي ها تہ دهشتگرد ۽ خطرناڪ ڏوهاري ايتري آساني سان جيل ڀڃي فرار نہ ٿي وڃن ها. پاڪستان ۾ اهڙو ٻہ دفعا ٿي چڪو آهي.

پنجاب جي وزيراعليٰ پوليس جي نااهلي جو تہ مڪمل طور تي اعتراف ڪيو آهي ۽ ان جي تنظيم نو جي ڳالهہ بہ ڪئي آهي ۽ اهڙو اشارو هن عدالتن ڏانهن بہ ڪيو آهي، جتان دهشتگرد آساني سان بچي نڪرن ٿا.

هاڻ انتظاميہ کي انهن 200 ۽ 250 مذهبي انتها پسند گروهن سان نمٽڻ لاءِ سخت قدم کڻڻا هوندا. انهن گروپن مان ڪيترن جي تربيت گاهہ افغانستان آهي ۽ جڏهن انهن تي مشڪل وقت ايندو تہ اهي افغانستان ڏانهن رخ ڪندا.

پنجاب جي وڏي وزير پاڪستان ۾ دهشتگردي کي وڏي غلط طور تي آئرلينڊ ۾ IRA پاران ڪيل ڪارروايون سان ڀيٽيو آهي، IRA جي انهن ڪارروايون جي پٺيان هڪ قومي مسئلو موجود هئو ۽ هاڻ برطانيہ بہ ان کي تسليم ڪري ورتو آهي ۽ ڳالهہ ٻولهہ لاءِ رضامندي جو اظهار ڪيو آهي. IRA کي آئرش ريپبلڪ ۽ شمالي آئرلينڊ جي ڪيٿولڪ ماڻهن جي حمايت حاصل آهي. ان دهشتگردي جو سبب صرف ۽ صرف برطانيہ طرفان انهن کي مڃڻ کان مسلسل انڪار هو.

جڏهن تہ پاڪستان ۾ ان مذهبي فرقي واريت جو سبب پاڪستان کي سني رياست قرار ڏيڻ جو مطالبو نظر اچي ٿو. هن مطالبي کي نہ تہ عوامي حمايت حاصل آهي نہ ئي ان کي ڪنهن سطح تي ڪابہ اهڙي شي نظر اچي ٿي.

دهشتگردي هتي بہ هڪ علامتي طور تي آهي. رياست جيئن جيئن مذهبي سهارا ڳوليندي آهي اوترو ئي ان ۾ موجود مختلف مذهبي گروپن ۾ تضاد اڀري اڳتي ايندا آهن.

پاڪستان ۾ پهريون مسئلو هي بڻجي ويو آهي تہ ڪير مسلمان آهي ۽ ڪير مسلمان ڪونهي. ان کان پوءِ مسئلو عقيدي کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ بندوق جو سهارو وٺڻ تائين پهچي ويو آهي. مذهبي برتري لاءِ ٿيندڙ مسلح جنگ هميشہ دهشتگردي جو روپ وٺي ٿي. هن ملڪ جو مستقبل مذهبي دهشتگردن جي هٿ ۾ ڪنهن بہ طرح نہ ٿو ڏئي سگهجي.

(روزانہ ڊان جي ٿورن سان)

مهمند ايجنسي (فاٽا)

# قبائلي جلوس ۽ مسلح ماڻهن ۾ جهيڙو- 3 مارجي ويا 20 زخمي

جمع 9 جنوري 1998 تي مليشيا فورس تعلقي يڪ غند جي علائقي پسير قلعہ ۾ شهرين جي هڪ جلوس تي فائرنگ ڪئي.

هي جلوس مسلسل ٻن مهينن جي لوڊ شيڊنگ خلاف ڪڍيو ويو هو. فائرنگ ۾ 3 ماڻهو مارجي ويا. جن ۾ مليشيا جا ٻہ سپاهي بہ شامل آهن. جڏهن تہ 20 ماڻهو شديد زخمي ٿي پيا. مظاهرين مشتعل ٿي گاڏين ۽ گهرن کي بہ نقصان پهچايو. هي جهيڙو مسلسل 2 ڪلاڪ جاري رهيو جنهن ۾ جديد اسلحو استعمال ڪيو ويو جن ۾ توپون، راڪٽ لانچر ۽ مارٽر گنز شامل هئا. مشتعل جلوس مليشيا جي ٻن گاڏين کي جن ۾ مهمند رائيفلز جا جوان سوار هئا يرغمال ڪري ورتو.

سڄي ايجنسي خاص ڪري علائقہ ميچني ۾ گذريل ٻن مهينن کان لوڊ شيڊنگ جاري هئي جنهن سان عوام کي ڪافي پريشاني ٿي رهي هئي. جمعرات جي ڏينهن عوام لوڊشيڊنگ خلاف نعرا لڳايا هئا، جنهن کان پوءِ پوليٽيڪل انتظاميہ ڪيترن ماڻهن کي گرفتار ڪري ورتو. جمعي جي ڏينهن انهن جي آزادي لاءِ ۽ لوڊ شيڊنگ خلاف ميچني کان جلوس ڪڍي پسير قلعي طرف اچي رهيا هئا. مهدد رائيفلز جنهن جي قيادت ڪرنل عبدالقدوس ڪري رهيو هو جي حڪم تي جلوس مٿان فائرنگ ڪئي وئي. احتجاجي جلوس طرفان بہ جوابي فائرنگ ڪئي وئي. اهڙي طرح ٻنهي ڌرين توپن، رائيفلن ۽ راڪيٽ لانچرن جو آزادانہ استعمال ڪيو. مرندڙن کان علاوه فائرنگ ۾ زخمي ٿيندڙن ۾ بہ 3 ڪانسٽيبل شامل هئا. ڪجهہ ماڻهن مليشيا ۽ احتجاجي جلوس وچ ۾ مصالحتي جرڳو ناهي صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ني، پر انهن تي بہ فائرنگ ڪئي وئي، جنهن سان ان جرڳي جي هڪ گاڏي پڻ سڙي وئي. جنهن جو نمبر PRP-421 هو. جرڳي ۾ ملڪ زرين، ملڪ عبدالرحمان ۽ فاٽا جو اڳوڻو ايم اين اي حلقہ NA-27 فضل خان شامل هئا. پوليٽيڪل انتظاميہ ڇاپو هڻي ڪيترن ماڻهن کي گرفتار ڪري ورتو. حالتون ڪشيده آهن ۽ قبائلي اصلحو جمع ڪري رهيا آهن. ياد رهي تہ گذريل سال 1997 ۾ حڪومت دعويٰ ڪئي هئي تہ ايجنسي کي هر قسم جي اصلحي کان پاڪ ڪيو ويو آهي.

قبائلي بزرگن جي دعوي آهي تہ انگريز حڪومت دستاويز ذريعي وارسڪ ڊيم ٺاهڻ وقت واضح طرح واعدو ڪيو هو تہ حڪومت ايجنسي جي عوام کي بجلي مفت فراهم ڪندي جڏهن تہ موجوده حڪومت صارفين کان بجلي جا بل وصول ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا آهن. واپڊا صوبي سرحد مطابق لوڊ شيڊنگ جو سبب مهند ايجنسي جو فيڊ اورلوڊ هو. لوڊ شيڊنگ جي خاطمي لاءِ ضروري آهي تہ پاور ٽرانسفر لڳايا وڃن. بريڪ ڊائون ڪري فيڊر تي شديد دٻاءُ هو هو ڇاڪاڻ تہ ملا گوري قوم واپڊا کي بغير اطلاع جي غير قانوني ڪنيڪشن ورتا هئا. جڏهن تہ ملا گوري فيڊر پهرين ئي دٻاءُ جو شڪار هو. ملا گورين ورسڪ پاور هائوس جي ٽرانسفارمر ۽ فيڊر کي تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ واپڊا کي بہ لکين روپين جو نقصان پهچايو.

واپڊآ عوام کي اپيل ڪئي آهي تہ هو بل ادا ڪن ۽ ٽوڙ ڦوڙ بجاءِ واپڊا سان تعون ڪن تہ لوڊ شيڊنگ تي قابو پائي سگهجي ٿو. پوليٽيڪل انتظاميہ ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ ارباب محمد عارف قبائلي معززين سان ملاقات کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.

مهمند ايجنسي بي آر ۽ پهاڙي علائقو آهي، صرف 5 فيصد علائقو ميداني آهي جنهن ۾ آفيم جي پوک ٿيندي آهي ۽ باقي 2 فيصد رقبي تي ٽيوب ويل ذريعي پاڃيون پوکيون وينديون آهن. مهمند ايجنسي جي مغربي حصي ۾ افغانستان واقع آهي. افغانستان کان غير قانوني طور افغاني مهمند ايجنسي جا باشندا روسي، جاپاني ۽ چيني سامان ٿوڙي مقدار ۾ اسمگل ڪندا آهن. اهو اسمگل شده سامان افغانستان مان گڏهن ۽ خچرن ذريعي آندو ويندو آهي ۽ پوءِ سوريج ضلع چارسہ ۽ پشاور پهچاي ويندو آهي.

ڇا تمام قبائلي ايجنسين ۾ جن جي آبادي تقريبا 70 لک آهي بجلي جو بل ادا نہ ڪيو ويندو آهي. مهمند ايجنسي ۾ نہ زراعت آهي ۽ نہ جنگل، معدنيات موجود آهي جن ۾ سنگ مر مر تابند وغيره شامل آهن، مگر انهن جي ترقي جو ڪو بندوبست موجود ناهي. ايجنسي ڏاڍي پسمانده آهي هتي جي تعليمي حالت بہ ڏاڍي خراب آهي. 80 ميل رقبي تي ڦهليل ايجنسي ۾ ڇوڪرن يا ڇوڪرين لاءِ ڪوبہ ڊگري ڪاليج موجود ناهي.

> قبائلي ايجنسين ۾ جن جي آبادي تقريبا 70 لک آهي. بجلي جو بل ادا نہ ٿو ڪيو وڃي.
> مهمند ايجنسي ۾ نہ زراعت آهي ۽ نہ جنگلات آهن .معدنيات موجود آهي جنهن ۾ سنگ مر مر، تانيہ وغيره شامل آهن پر انهن جي ترقي جو ڪو بندوبست ناهي.

تعلقي يڪ غند (Yakaghand) ۾ ايجنسي جي شاگردن لاءِ صرف هڪ انٽر ڪاليج موجود آهي. 15 يا 20 ڇوڪرن جو اسڪول آهي.

صحت جي حالت بہ ڏاڍي خراب آهي. ڇاڪاڻ جو وڏي اسپتال ايجنسي هيڊ ڪوارٽر ۽ غلنئي ۾ واقع آهي، هتي دوائون بہ اڪثر گهٽ آهن ۽ ملنديون بہ ناهن ايجنسي جي تعلقي ۾ هڪ ننڍو بنيادي صحت مرڪز آهي، پر جنتي هيڊ ڪوارٽر اسپتال جي حالت ايتري خراب هجي اتي ان ننڍڙي ونٽ جي حالت ڇا هوندي. ڊاڪٽر بہ غير حاضر رهن ٿا. هن واقعي ۾ زخمين کي ليڊي ريڊنگ اسپتال پشاور پهچائڻو پوي ٿو.

(رپورٽ خالد خان)

لاهور

# سٺي حڪمراني لاءِ اختيارن جي ورهاست جي ضرورت

عوام کي نمائنده سياسي ادارن جي ذريعي وڌيڪ اختيار ڏنا وڃن. بلدياتي ادارن جي ڪردار ۾ قوت پيدا ڪري اختيارن کي ورهايو وڃي، نظام انصاف جي اصلاح ڪئي وڃي. حڪومت جي نظم کي شفاف بڻائڻ لاءِ قابل عمل طريقا ڪار تخليق ڪيو وڃي هي نقطا اهم سفارشن جو حصو آهن، جن تي انساني حقن جي ڪميشن جي اهتمام هيٺ نظام حڪومت جي موضوع تي منعقد قومي ڪانفرنس جي شريڪن اتفاق راءِ جو اظهار ڪيو.

27 نومبر 1997 تي لاهور ۾ منعقد ٿيل ڪانفرنس جي شريڪن ۾ ملڪ جي مختلف حصن کان آيل محقق ۽ سرگرم ڪارڪن شامل هئا.

هن ڳالهه تي اتفاقي راءِ پايو ويو ته پاڪستان جو سڀ کان اهم مسئلو نظام حڪمراني ۾ انقلابي تبديليون آڻڻ آهي. ڪجهه شخصيتن ان راءِ جو اظهار ڪيو ويو ته بلدياتي ادارن جي اختيارن جي ورهاست کي ممڪن بڻائڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

هي لازمي ڳالهه آهي ته بلدياتي ادارن کي وڌيڪ اختيار ۽ وڌيڪ وسيلا ڏنا وڃن ته جيئن مقامي آبادي خاص طور عورتن ۽ محنت ڪش عوام منصوبه بندي ۽ فيصلن ۾ وڌيڪ شريڪ ٿي سگهن. اجلاس ۾ پارليامينٽ نظام حڪومت کي مستحڪم ڪرڻ، ڪابينه جي ڪردار کي مضبوط ڪرڻ ۽ ملازمتن جي ڍانچي جي اصلاح ڪرڻ جهڙا مسئلا بحث هيٺ آيا.

انتخابي قانونن ۽ طريقه ڪار جي اصلاح لاءِ تجويزون پيش ڪيون ويون. سٺي حڪومت جي ضمانت ۽ نظام اصلاح لاءِ عدليه جي ڪردار ۾ اضافو ڪرڻ تي زور ڏنو ويو. هن امر جو احساس ڪندي ته هڪ نمائنده موثر ۽ منصفانه طرز حڪومت جو امتحان، عوام جي اعتماد تي پورو لهڻ آهي. هي مطالبو ڪيو ويو ته رياست جي ڪارڪردگي مناسب حد تائين شفاف ٿيڻ کپي. هر سطح تي احتساب جي هڪ موثر مشينري موجود هئڻ گهرجي. شهرين کي سرڪاري ڄاڻ تائين رسائي جي ضمانت حاصل هئڻ گهرجي ۽ ميڊيا کي آزادي حاصل هئڻ گهرجي.

ڪانفرنس ۾ هيٺ ڏنل مسئلن تي غور ڪيو ويو.

1- سٺي حڪومت جو انحصار هيٺ ڏنل معاملن تي آهي.

- حڪومت ڪيتري حد تائين نمائنده آهي.
- حڪومت ڪيتري مؤثر آهي.
- حڪومت ڪيتري منصفانه آهي.
- ۽ هي ته عوام انهن تنهي معاملن جي باري ۾ ڪيتري حد تائين ڄاڻي ٿو.
- ۽ حڪومت ۾ انهن صفتن جي موجودگي جو ڪين ڪيترو يقين آهي.

2- هي طئه ڪرڻ لاءِ ته حڪومت ڪيتري حد تائين نمائنده آهي هيٺ ڏنل معاملن جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

- انتخابي قانونن، طريقه ڪار ۽ انتخابي مشينري
- نمائنده ادارن يعني لوڪل باڊيز، صوبائي اسيمبلين، قومي اسيبلي ۽ سينيٽ جي تشڪيل
- نمائنده ادارا ڪيترا بااختيار ۽ سرگرم آهن.

3- هن امر جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ته حڪومت ڪيتري مؤثر آهي، هيٺ ڏنل پهلوئن جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

- پاليسي ٺاهڻ ۽ ان تي عمر ڪرڻ وارن ادارن جو ڍانچو ۽ صلاحيت ڪار جن ۾ ڪابينه، وزارتون، سول سروس ۽ پيشه ورانه صلاحيتن وارا ماهر شامل آهن.
- انهن جي ڪارڪردگي خاص ڪري امن امان جي قيام ۽ تحفظ جي ميدان ۾ وسيلن ۽ ترجيحات جي تعين ۽ ورهاست جي باري ۾ ترقياتي فلاحي ۽ انتظامي معاملن جي انجام ڏهي جي ضمن ۾

4- حڪومت جي منصفانه هئڻ جو جو معيار هيٺ ڏنل آهي.

- فوجداري قانون ۽ ضابطه ڪيتري حد تائين منصفانه آهن.
- هر سطح تي عدليه ڪيتري باصلاحيت، مؤثر ۽ آزاد آهي.

5- هيٺ ڏنل معاملن تي عوام جي اعتماد جو اندازو هيٺ ڏنل معيارن مان لڳائي سگهجي ٿو.

- حڪومت جي ڪار گذاري هر سطح تي ڪيتري حد تائين شفاف آهي.
- حڪومت جي اهم ادارن جي احتساب لاءِ جا طريقه ڪار طئه ڪيو ويو آهي.
- عوام کي سرڪاري معلومات تائين ڪيتري رسائي حاصل آهي.
- سنڌ سماءَ جي ذريعن کي ڪيتري آزاد ميسر آهي.

28 ڊسمبر 1997 تي شريڪن معاشري جي همه جهتي، ڪيفيت ۽ مطالبن تي بحث ڪيو. معاشري ۾ انهن وڌندڙ جهيڙن ۽ ٽڪرائن جو جائزو ورتو ويو، جن جون پاڙون مذهبي، لساني ۽ جنسي نابرابري ۾ پيوست آهن. هن صورتحال ۾ قومي شخص جي هڪ نئين تعريف متعين ڪرڻ تي زور ڏنو ويو.

شريڪن هن اميد جو اظهار ڪيو ته جيڪڏهن مقامي بلدياتي ادارن جي ذريعي عوام کي نظام حڪومت ۾ شريڪ ڪيو وڃي ته معاشري ۾ گرمي ۽ ٽڪراءَ کي گهٽ ڪري سگهجي ٿو. مختلف برادرين ۽ گروهن کي پنهنجا معاملا خواطئي ڪرڻ جي آزادي ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ويو.

ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ پايا ويندڙ لساني مسئلن جو جائزو ورتو ويو. اڪثريت جي راءِ هئي ته صحت مند سياسي طريقه ڪار اختيار ڪري هاڻ به انهن جهيڙن ۽ تضادن کي ڌرين جي اطمينان مطابق حل ڪيو وڃي.

شريڪن سفارش ڪئي ته HRCP ملڪ جي همه جهتي مسئلن (Issues of Plurali-sum) جي باري ۾ وڌيڪ تفصيلي تحقيق ۽ تفتيش ڪرائي ۽ موجوده اختلافن کي ممڪن حد تائين سموئي هڪ واحد، عقلي راهه عمل ۽ قومي هدف جو تعين ڪري.

شهداد ڪوٽ

# راجل داس پلاٽ ڪيس

پاڪستان جي رياست ۾ مذهبي اقليتن ۽ سنڌ ۾ هندو برادري سان مختلف مذهبي فرقن جو رياستي ادارن ۽ ايجنسين جي سرپرستي ۾ گڏيل رويو، لبرل، روشن خيال، وطن دوست ۽ انساني حقن جي تنظيمن لاءِ تشويش جو باعث آهي.
ملڪ کي هڪ خاص مذهبي عقيدي جي رياست جي طور تي هلائڻ سبب صدين کان آباد مذهبي اقليتون خوف ۽ احساس محرومي جو شڪار آهن. سنڌي هندو گذريل اڌ صدي کان جاني ۽ مالي طور تي غير محفوظ آهن.
سنڌ جي شهر شهدادڪوٽ ۾ هندو برادري جي ڪامريڊ راجل داس سان پيش آيل واقعو اهڙو ئي پس منظر رکي ٿو. ڪامريڊ راجل داس جو خاندان صديقن کان سنڌ جي شهر شهدادڪوٽ ۾ رهائش پذير آهي. 1970 کان پوءِ راجل داس موجوده اردو گورنمينٽ پرائمري اسڪول جي ساڄي پاسي رهي ٿو. راجل داس جي پراڻي گهر ۾ مختيار ڪار جي آفيس قائم ڪئي وئي هئي. جنهن جي ايراضي اڍائي ايڪڙ هئي. راجل داس جي ٻين مائٽن جي گهرن ۽ ملڪيتن تي سرڪاري آفيسون، اسڪول قائم ڪيا ويا هئا. جنهن جو معاوضو ڪين ڪنهن به حڪومت نه ڏنو آهي. موجوده گرلز پرائمري اسڪول درب محله جو پلاٽ به ان خاندان جي ملڪيت هو جنهن تي هاڻ اسڪول ۽ ڪجهه حصو شاهنواز مگسي استعمال ڪري رهيو هو. شاهه نواز جي گهر طرف ويندڙ گهٽي به هڪ هندو جي ملڪيت آهي. راجل داس انساني حقن جي نامه نگارن سان ڳالهائيندي ٻڌايو ته "مان شهر جو پراڻو رهواسي آهيان ۽ 1970 کان موجوده اردو اسڪول جي سڄي پاسي رهان ٿو. هتي منهنجو گهر آهي ۽ منهنجي گهر سڄي پاسي 3 دروازا ۽ 4 دريون آهن. سامهون هڪ پلاٽ جيڪو تقريباً 1378 چورس فوٽ آهي هي پلاٽ مون 1991 ۾ بورڊ آف روينيو، حڪومت سنڌ کان 14 روپيه في مربع فوٽ جي حساب سان قانوني طريقه ڪار مطابق جي ڪوشش ڪئي جيڪي مونکي بورڊ 1994 ۾ الاٽ ڪيو.
شهر جي ڪجهه قبضه خورن جون نظرون هن پلاٽ تي هيون، انهن اسڪول جي ڪجهه استادن ۽ هيڊ ماستر کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. هڪ خاص قبيلي جي استادن ۽ قبضه خورن ملي ڪري هيڊ ماستر هٿان ڪيس داخل ڪرايو. ڪورٽ منهنجي حق ۾ فيصلو ڏنو ته مذڪوره پلاٽ اسڪول جي ملڪيت آهي" راجل داس جي گهر جو اڳڻ، دريون ۽ دروازا پلاٽ طرف واقع آهن. ڊرينيج سسٽم به ان طرف ئي آهي. پلاٽ سرڪاري ملڪيت هو، جيڪو انهي وڪٽي چڏيو.
راجل داس ٻڌايو ته 25 ڊسمبر 97 تي صبح جو پلاٽ تي تعمير ڪرائڻ چاهي ته مذڪوره ماڻهو منهنجي پلاٽ تي جمع ٿيڻ شروع ٿي ويا. هجوم جي سربراهي شاهنواز مگسي، سڪندر مگسي، غلام قادر لودهي، حميد ۽ بشير ڪمبوه ڪري رهيا هئا. مذڪوره گروهه جي ٽريڪٽر ڊرائيور ۽ منهنجي پٽ (نويش ڪمار) کي مارڪٽ ڪئي ۽ ڪئي ۽ گاريون ڏنيون. قبضه گروپ جا ماڻهو هٿيار بند هئا. ٿاڻو ويجهو هئڻ ڪري پوليس اهلڪار پهچي ويا. مان جڏهن FIR داخل ڪرائڻ لاءِ ٿاڻي ويس ته ڊيوٽي تي موجود اهلڪار چيو ته هن وقت صرف ڪچو فرياد 506/2 تحت داخل ڪندس. ايس پي جي فيصلي کان پوءِ FIR ڪاٽي ويندي.
27 ڊسمبر تي جڏهن مون ٻيهر تعمير شروع ڪرائڻ چاهي ته مگسي برادري جا ماڻهو پرسنل سيڪريٽري، مشتاق سڪندر ۽ ٻين ڪوڙ سارن ملي 5 فٽ هڪ طرف، ساڍا 3 فوٽ ٻئي طرف تعمير ڪيل پٽ ڊاهي ڇڏي. اسان کي ڌمڪيون ڏنيون ويون، سري عام گاريون ڏنيون ويون.
راجل داس خود کي غير محفوظ سمجهندي چوي ٿو ته مون سان زيادتي هندو هئڻ سبب ٿي آهي. منهنجي جان ۽ ملڪيت کي خطرو آهي. مان پنهنجي حق لاءِ قانوني طريقي سان هر وقت وڙهندو رهندس. هن چيو ته مير نادر مگسي ڪمبوهه ۽ مگسي برادري جي ووٽن خاطر قبضه گيرن جي حمايت ڪري رهيو آهي.
انساني حقن جي نامه نگارن سان ڳالهيون ڪندي راجل داس چيو ته "مذڪوره ماڻهو منهنجي خاندان کي مارڻ جون ڌمڪيون ڏئي رهيا آهن، منهنجي خاندان کي جيڪڏهن ڪو نقصان پهتو ته ان جي ذميداري نادر مگسي ۽ سندس ساٿين تي هوندي.

### راجل داس پلاٽ ڪيس ۾ شهرين جا بيان

( هي بيان 17 جنوري تي ڊاريڪٽر اسڪولز لاڙڪاڻي آڏو ڏنا ويا هئا )

ڪامريڊ ولي محمد مگسي، ٽيچرس ايسوسيئيشن جو اڳواڻ، وڪيل ۽ صحافي:
منهنجي سمجهه مطابق هن مسئلي کي بنياد بنائي ڪجهه حلقا، سياسي، مذهبي ۽ لساني فساد ڪرائڻ چاهن ٿا. مذڪوره پلاٽ اسڪول جو ناهي. دراصل ڪجهه بااثر ماڻهو شاپنگ سينٽر ٺاهرائڻ لاءِ اهو پلاٽ حاصل ڪرڻ چاهن ٿا. هي اهي ئي ماڻهو آهن جيڪي مسئلي کي مذهبي رخ ڏئي رهيا آهن. جڏهن ته ٻئي طرف "مصري شاهه" جي ميلي جي پلاٽ تي سيٺ قمر الدين قبضو ڪري رائيس مل ٺهرائي. 1980 ۾ ميلو لڳڻ بند ٿي ويو. هن معاملي کي ڪنهن ڪونه ڪنيو.
عبدالجبار لانگاهه، اڳوڻو وائيس چيئرمين بلديه شهدادڪوٽ، راجل داس جو گهرا ردو پرائمري اسڪول جي ويجهو آهي. سندس گهر جون دريون، دروازا، ڊرينيج سسٽم ۽ اڳڻ مذڪوره پلاٽ جي طرف آهي. راجل داس مڪوره پلاٽ سرڪار کان خريد ڪيو هو. ان ڪري سائٽس زيادتي نه ڪئي وڃي ۽ ڪيس پلاٽ تي تعمير جو حق ڏنو وڃي.
منير احمد سومرو آرگنائيزر جيئي سنڌ قومي محاذ ۽ سماجي ورڪر: دهشت کي جاري رکڻ لاءِ اسڪول کي راجل جي پلاٽ سان منجهايو پيو وڃي ڪجهه بااثر ماڻهو پنهنجي مقصدن لاءِ هي پلاٽ حاصل ڪرڻ چاهن ٿا. ايم پي اي نادر مگسي جا مفاد به ان قسم جي برادرين سان ڳنڍيل آهن. شهدادڪوٽ جي پنجابي آبادي ڪمبوهه ۽ ٻين کان هندو برادري جا ووٽ ڪمبوهه ۽ وڌيڪ آهن، مگر بدقسمتي سان انهن جا ووٽ ادر مگسي کي نه ٿا ملن، جڏهن ته ڪمبوهه ۽ مگسي برادري جا ووٽ نادر مگسي کي ملن ٿا. ڪجهه ايجنسين جا اهلڪار هن معاملي کي مذهبي نوعيت جو بنائڻ چاهي ٿي. ماحول کي بگاڙڻ جي سازش ڪئي پئي وڃي. هتي جي مستقل آبادين ۾ مذهبي نفرت ڦهلائي پئي وڃي.
مهراج رميش ڪمار صدر هندو جنرل پنجائيتت، نائب صدر شهري اتحاد شهدادڪوٽ، ضلعي ڊائريڪٽر اسڪولز 17 جنوري تي مذڪوره اسڪول ۽ پلاٽ جو معائنو ڪيو ۽ حقيقتون معلوم ڪرڻ لاءِ شهرين جا بيان ورتا. جن مان ثابت ٿيو ته مذڪوره پلاٽ اسڪول جي حدن ۾ ناهي ۽ نه ئي ڪنهن ٻئي جو ان پلاٽ تي ڪو حق بنجي ٿو. هي پلاٽ راجل داس گهر اڳڻ ۾ آهي. ڪيس ان تي تعمير ڪرڻ جو حق آهي. ڪجهه ماڻهو مذهبي تعصب جي بنياد تي ان مسئلي کي هوا ڏئي رهيا آهن، انصاف جي تقاضا آهي ته پلاٽ تي راجل داس کي تعمير ڪرڻ گهرجي.
محرم علي مير جت ميونسپل ايمپلائيز ٽريڊ يونين اڳواڻ: راجل داس جي گهر جي اوطاق، گهر جو دروازو، دريون ڊرينيج سسٽم مذڪوره پلاٽ جي طرف آهن. ان لاءِ پلاٽ تي راجل داس جو حق آهي.

رپورٽ: ادريس، سڪندر، حاصل خاتون سيلرو.

# 1997 دوران ڪراچي ۾ ٿيندڙ غير فطري موت

| | نشانو ونڻي ماريا ويا | ايذا رسائي ذريعي | مسلح مقابلي ۾ | هٿرادو مقابلي ۾ | مرڻ وارا سپاهي | پوليس تحويل ۾ | عورتون | ٻار | ڪل تعداد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنوري | 26 | 10 | 06 | 00 | 03 | 03 | 06 | 01 | **55** |
| فيبروري | 19 | 05 | 03 | 04 | 02 | 01 | 11 | 01 | **46** |
| مارچ | 36 | 08 | 02 | 05 | 03 | 00 | 14 | 00 | **68** |
| اپريل | 30 | 11 | 03 | 00 | 07 | 01 | 12 | 00 | **64** |
| مئي | 42 | 15 | 04 | 02 | 01 | 01 | 10 | 01 | **76** |
| جون | 61 | 26 | 02 | 01 | 03 | 02 | 09 | 06 | **110** |
| جولاءِ | 00 | 00 | 00 | 00 | 00 | 00 | 00 | 00 | **00** |
| آگسٽ | 44 | 28 | 09 | 02 | 03 | 08 | 07 | 02 | **103** |
| سيپٽمبر | 31 | 03 | 03 | 00 | 02 | 05 | 05 | 01 | **50** |
| آڪٽوبر | 29 | 10 | 05 | 01 | 04 | 00 | 09 | 02 | **60** |
| نومبر | 44 | 12 | 00 | 00 | 00 | 00 | 06 | 00 | **62** |
| ڊسمبر | 28 | 11 | 06 | 01 | 03 | 00 | 04 | 02 | **25** |
| **ٽوٽل** | **428** | **157** | **39** | **19** | **41** | **22** | **101** | **20** | **916** |

| | |
|---|---|
| ٻوري ۾ بند لاش | 27 |
| ذبح ڪري ماريا ويا | 26 |
| ٻڌل لاش | 110 |
| لٽڪي ماريا ويندڙ | 22 |
| ڌاڙيلن هٿان ماريا ويندڙ | 54 |

| | |
|---|---|
| ڳاڏيون ڦرڻ وارن هٿان مرندڙ | 44 |
| ساڙي ماري ويندڙ عورتون | 39 |
| ناجائز تعلقات جي الزام ۾ قتل ڪيون ويندڙ | 23 |
| ٿي بغير لاش | 04 |

# قانون لاڳو ڪندڙ ادارا

شڪارپور

## قانون لاڳو ڪندڙ ادارا

سنڌ هاءِ ڪورٽ سکر بئنچ هڪ شخص مولوي خدا بخش چاچڙ جي جي درخواست تي جنهن ۾ لکيو ويو هو ته شڪارپور ٿاڻي جي پوليس سندس ماڻهن کي سکر مان ناجائز ٿاڻي ۾ بند ڪيو آهي ۽ گذريل 5 ڏينهن کان پوءِ انهن تي تشدد ڪري رهي آهي. عدالت مذڪوره ماڻهن کي برآمد ڪرڻ لاءِ ٿاڻي تي ڇاپو هڻڻ جو حڪم ڏنو.97-12-20 تي شام جو مذڪوره ٿاڻي جي ويجهو هڪ عمارت ۾ جتي هو بند هئا نشاندهي تي برآمد ڪيو ويو. مذڪوره ماڻهن سان 11 مٿهو ٻيا به بند هئا. جيڪي پڻ برآمد ڪيا ويا. انهن ماڻهن کي ڀهراڙي مان پڪڙي20/25 ڏينهن کان ناجائز حراست ۾ رکيو ويو هو. انهن مان ٻن ماڻهن محمد صالح ۽ محمد شريف تي سخت تشدد ڪيو ويو هو. جنهن سبب سندن آڱريون ۽ ٻانهن ٽٽل هيون. ڇاپي دوران SHO ۽ هيڊ محرر فرار ٿي ويا. جڏهن ته موجوده ٻيا پوليس اهلڪار گرفتاري متعلق ڪو ڪارڊ پيش نه ڪري سگهيا. انهن کي هاءِ ڪورٽ ۾ پيش ٿيڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي.

**منتار احمد مهر**

ڪرهاٽ

## پوليس جي افطاري ۽ عيدي مهم

رمضان المبارڪ دوران بازار ۾ چا ٻڙي فروش ۽ ريڙهي وارن خلاف مهم ۾ ٿاڻي سٽي پوليس ڪوڙ سارن چاٻڙ فروشن کي هي چئي پڪڙيو ته بازار ۾ سندن موجودگي ڪري ماڻهن کي تڪليف ٿئي ٿي. انهن چاٻڙي وارن کي بغير چالان جي جيل ۾ ڪجهه ڪلاڪن تائين بند رکيو. انهن ۾ ڪم عمر ٻار به شامل هئا. جيڪي ننڍين ريڙهن تي ڪجور وڪڻي رهيا هئا. جنهن چاٻڙي فروش پوليس اهلڪارن کي 50 کان 100 روپيه افطاري يا عيدي ڏني، انهن کي



ڇڏيو ٿي ويو، حوالات ۾ 4 ماڻهن جي گنجائش آهي ۽ تقريباً 12 ماڻهن کي قيد ۾ رکيو ويو هو.

**خالد حميد**

ڪرڪ

## پٽن عيوض پي

ڳوٺ بريره بانده جي هڪ شخص عجب گل مقامي پوليس ٿاڻي ٽيردي کي رپورٽ ڪئي ته حڪيم گل جي ٻن پٽن سندن ايراضي ۾ بي.جا مداخلت ڪئي آهي، جنهن ۾ مقامي پوليس حڪيم گل کي مورخه 98-1-5 تي صبح جو 9 بجي ٿاڻي تي گهرايو ۽ ڪيس سندس پٽ تي ٿاڻي ۾ حاضر ٿيڻ جو چيو. حڪيم گل جي چوڻ تي ته سندس پٽ ڳوٺ ۾ موجود ناهي پوليس ڪيس ٿاڻي جي حوالات ۾ بند ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن مورخه 98-1-6 تي حڪيم گل جو هڪ ٻيو پٽ عزت خان ڳوٺ جي ٻن معتبرن سان گڏ ٿاڻي ٽيري آيو ۽ پنهنجي پي جي گرفتاري ۽ غير قانوني حراست جو سبب پڇڻ چاهيو ته ٿاڻي جي انچار ججيو ته جيستائين حڪيم گل پنهنجي پٽن کي ٿاڻي تي حاضر نه ڪرائيندو تيستائين پٽن کي ٿاڻي تي حاضر نه ڪرائيندو تيستائين هو ٿاڻي جي حوالات ۾ بند رهندو.

ان کان بعد ۾ حڪيم گل جي پٽ عزت خان مورخه 98-1-6 تي ٻن پهرن جي وقت SDM بانده وداور شاهه کي پنهنجي پي جي آزادي لاءِ درخواست ڏني. ايس ڊي ايم درخواست تي ڪارروائي ڪندي ٿي ايس ايچ او SHO کان رپورٽ طلب ڪئي. جنه تي پوليس ٿاڻي ٽيڙي پنهنجي ڪارروائي تي پردو وجهندي حڪيم گل کي ضابطه فوجداري جي دفعه 107/151 تحت گرفتار ڪري چالان ڪري ڇڏيو، جتي حڪيم گل کي ضمانت تي آزادي ملي. پوليس ٿاڻي ٽيڙي جو حڪيم گل کي غير قانوني طور تي حراست ۾ رکڻ هڪ غير آئيني قدم آهي.

"پاڪستان جي آئين جي شق نمبر 4 هيٺ هر شهري کي هن ڳالهه جو قانوني تحفظ حاصل آهي.ته ان سان قانون مطابق سلوڪ ڪيو ويندو ۽ ڪا به اهڙ ڪارروائي نه ڪئي ويندي جو شهرين جي جان، آزادي، جسم ۽ شهرت لاءِ نقصان ڪار هجي. سواءِ جڏهن قانون ان جي اجازت ڏئي. آئين جي شق 9 تحت ڪنهن به فرد کي سندس آزادي کان سواءِ قانون کان محروم نه ٿو رکي سگهجي. آئين جي شق 10 جي رو سان گرفتار شده شخص کي جيترو جلدي ممڪن هجي ڪيس گرفتاري کان آگاهه ڪيو وڃي ۽ گرفتاري جي 24 ڪلاڪن اندر ڪيس ويجهي ميجسٽريٽ آڏو پيش ڪيو وڃي.

انساني حقن جي عالمي منشور جي دفعه 3 تحت هر شخص کي پنهنجي آزادي ۽ تحفظ جو حق حاصل آهي. منشور جي دفعه نمبر 9 جي رو سان ڪنهن به شخص کي ماني طور گرفتار نه ٿو ڪري سگهجي.

حڪيم گل جي مذڪوره بيان ڪيل غير قانوني حراست ۽ گرفتاري پاڪستان جي آئين ۽ اقوام متحده جي عالمي منشور جي ڪلا ڪلم خلاف ورزي آهي.

**لعل جان ختڪ**

ميرپورخاص

## معطلي جي باوجود

ڊي آءِ جي پوليس ميرپور خاص پاران معطلي جي واضح حڪمن جي باوجود بااثر ASI ميرپور خاص ٽائون پوليس اسٽيشن تي پنهنجي منصوبي جا فرض" انجام ڏئي رهيو آهي. تفصيلات مطابق ڊي آءِ جي پوليس ميرپور خاص 98-1-21 پنهنجي تحريري حڪم ليٽر نمبر 89-677 ۽ 11/412 ذريعي عوام کي پريشان ۽ بلاوجه تشدد ڪرڻ جي عوامي شڪايت تي ASI امين مري کي فوري طور

معطل ڪري ڇڏيو پر مذڪوره ASI هنوز ٿاڻون پوليس اسٽيشن تي ڊيوٽي سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**اختر بلوچ**

## دادو

### پوليس پڪٽ لاءِ ڪير، چانهه ۽ ٻڪرو ڏيو

نواحي علائقي واهي پاندهي پوليس جي هڪ اهلڪار هيڊ ڪانسٽيبل پوليس پڪٽ ڳوٺ هيدان جي گهرن ۾ گهڙي عورتن ۽ ٻارڙن سان بدسلوڪي ڪئي ۽ جنيد، شريف، الهه رکيو ۽ منو کي گرفتار ڪري ڪين سخت تشدد ڪيو. پوليس اهلڪارن مطالبو ڪيو ته ڳوٺ وارا روز پوليس پڪٽ لاءِ ڪير، چانهه فراهم ڪن ۽ هر مهيني ٻڪرو نذراني طور ڏين.
مذڪوره اهلڪارن خلاف ڳوٺ وارن پريس ڪلب دادو آڏو ڌرڻو هڻي علامتي بک هڙتال ڪئي. علامتي بک هڙتال ۾ مائي بچي، حسينه ۽ هڪ ڪم سن ٻارڙي صغران به شامل هيون. ان موقعي تي پوليس DSP ڌرگهه بالا اچي ڳوٺ وارن کي چيو ته هو مذڪوره پوليس اهلڪارن کي معطل ڪري رهيو آهي.

**ظفر جمالي**

(جڏهن ماڻهو پنهنجي حق لاءِ ڪجهه ڪندا آهن ته ڪجهه نه ڪجهه ضرور ٿيندو آهي.)

## قلعه سيف الله

### پوليس تشدد

20-12-97 جي صبح جو مسلم باغ بازار ۾ مقامي پوليس جي سپاهي عبدالشڪور انساني حقن جي عالمي منشور جي دفعه نمبر 5 جنهن ۾ چيو ويو آهي ته ڪنهن به شخص کي جسماني اذيت جا ظالمانه انسانيت سوز يا ذلت آميز سزا نه ٿي ڏئي سگهجي، ان جي خلاف ورزي ڪندي، 28 سالا دوڪاندار عبدالباقي راحت زئي ڪاڪڙ تي تشدد ڪيو جيڪو هن وقت ڪوئٽه ۾ زير اعلاج آهي.

**عبدالواحد ڪاڪڙ**

## چام پور

### پوليس جي موجودگي ۾ سزايافته فرار

شاهد گورچاني تعلقي جو هڪ بااثر شخص آهي، پر قتل جو هڪ ڪيس ايڊيشنل سيشن جج جي عدالت ۾ شنوائي هيٺ هو. جڏهن ڪيس جو فيصلو ٻڌايو ويو ته ملزم کي هن ڳالهه جي خبر هئي ته ڪيس عمر قيد [illegible] سزا ملڻ واري آهي، ان لاءِ هو عدالت جي آڏو پيش نه ٿيو. عدالت ان ٻن [illegible] ملزمن جي موجودگي ۾ سزا ٻڌائي، جنهن ۾ انهن کي بري ڪري ڇڏي ۽ شاهد گورچاني کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي. سزا ٻڌڻ کان پوءِ شاهد گورچاني جيڪو عدالت جي احاطي ۾ موجود هو گاڏي ۾ سوار ٿي پوليس جي موجودگي جي باوجود جيل بجاءِ گهر ڏانهن هليو ويو. ان فيصلي تي انتظاميه طرفان عمل درآمد نه ٿيڻ ڪري قانون جو عمل مڪمل نه ٿيو.

**محمد اسلم پوري**

## نوابشاهه

### غير قانوني ٿاڻو

منو آباد ۾ واقع عبدالقادر پارڪ کي مڪمل طور تي اجاڙي اڳوڻي حڪومت جي دؤر ۾ پوليس چوڪي ۾ تبديل ڪيو ويو هو، ان تي شهرين بار بار احتجاج ڪيو پر شنوائي ڪرڻ بجاءِ ان چوڪي کي ٿاڻي ۾ بدلائي ڇڏيو آهي.
هڪ ايڪڙ کان وڌيڪ ايراضي تي واقع پارڪ تي پوليس جي وڏي نفري قابض ٿي وئي ۽ چئني طرفن کان رستن کي بند ڪري هڪ تعمير شده ڪمري کي ٿاڻي جو دفتر بنائي ان مان پارڪ مان داخل ٿيڻ جو رستو ڪڍيو ويو آهي ۽ ان جي پنيان هڪ ڪمري نما ڪوٺي تعمير ڪئي [illegible]ئي آهي، جهن کي لاڪ اپ چيو وڃي ٿو. ان غير هوادار ڪوٺي کي عام [illegible] ملزمن کان وڌيڪ پوليس اهلڪار آرام ڪ[illegible] بدلڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. جڏهن [illegible] ملزمن کي پارڪ ۾ لڳل بيد مشڪ جي وڏن وڏن [illegible] سان ٻڌو ويندو آهي. هڪ وڻ کي ڪرسي سان ٽيڪ ڏئي رسيون ٻڌ[illegible] آهن. جڏهن ته ڪنهن به ملزم کي تفتيش جي عمل مان گذاريو ويندو آهي ته ان کي سڀ کان پهرين ان کي ڪرسي تي ويهاري رسين سان ٻڌو ويند[illegible] آهي، پوءِ ان تي تشدد ڪيو ويندو آهي. ايذا رسائي جا ڪيترا واقعا ماڻهو پنهنجي اکين سان ڏسندا آهن. مذڪوره ٿاڻي سي سيڪشن ٿاڻي جي قانوني حيثيت اڃا تائين ناهي ۽ اڃا تائين محڪمي ان کي ٿاڻي جي منظوري ناهي ڏني.
اڳوڻي نگران وڏي وزير ممتاز علي ڀٽي پنهنجي نوابشاهه جي دوري دوران ماڻهن جي شڪايت تي ضلعي ۾ قائم ان طرح جي ڊزن کن ٿاڻن کي ختم ڪرڻ جا حڪم جاري [illegible] هئا.
مذڪوره سي سيڪشن به ان ۾ شامل آهي، ان تي [illegible] عرصو اڳ عمل درآمد به ڪيو ويو هو پر ان کان پوءِ ان ڪري وري بحال ڪيو ويو. هڪ [illegible] انسپيڪٽر جي سربراهي ۾ پوليس جي وڏي نفري تعينات ڪري ڇڏي آهي. ان



دادو مائي بچي پريس ڪلب ۾ پوليس جي خلاف شڪايت ڪري رهي آهي

غير قانوني ٿاڻي جي حد ۾ هوٽل، وڊيو گيم، وڊيو شاپ ۽ ٻيو ڪاروبار هئڻ سبب هي علائقو اهميت جوڳو آهي. ننڍن واپارين کي هيراسي انهن کان "هفتہ وصول ڪن ٿا ۽ هفتہ جي ادائگي نہ ٿيڻ تي پوليس انهن واپارين کي گرفتار ڪري وٺي ٿي. ان سلسلي ۾ SP نوابشاهہ سميت اعليٰ آفيسرن کي درخواست بہ ڪئي وئي آهي ۽ ٽيلي گرام بہ ارسال ڪيا ويا آهن پر اجا تائين ڪا ڪارروائي نہ ڪئي وئي آهي. HRCP جا سرگرم ڪارڪن جي مشاهدي ۾ هي ڳالهہ آئي آهي تہ ان غير قانوني ٿاڻي جي اهلڪارن لاءِ صبح شام چانهہ ماني وغيره ويجهي جي هوٽلن کان ايندي آهي، جنهن جي ادائگي نہ ڪئي ويندي آهي.

**آصف البشر خان**

(مقامي شهري حڪومت سنڌ کلي تحريري شڪايت چو نہ ٿا ڪن)

گهوٽڪي

## پوليس جو سپاهي قتل

اوٻاڙو جي ويجهو ڪجهہ هٿياربندن مير ڪوش پل تي قائم چوڪي تي حملو ڪري هڪ سپاهي کي قتل ڪري ڇڏيو. پوليس سپاهي يونس بوزدار کي قتل ڪرڻ بعد مسلسل پوليس سان هڪ ڪلاڪ مقابلو ڪرڻ بعد فرار ٿي ويا. واردات بعد ايس ايس پي گهوٽڪي واردات واري هنڌ تي آيو ۽ ماڇڪو جي جنگل کي گهيري ورتو. شڪ جي بنياد تي پوليس ڪوش برادري جي 5 عورتن سميت 25 ماڻهن کي گرفتار ڪري ورتو. پر ملزمن جو هن رپورٽ موڪلڻ تائين ڪو پتو نہ پيو.
مقتول سپاهي يونس بوزدار کي پوسٽ مارٽم ڪرڻ بعد تعلقہ جروار ۾ جيڪو مقتول سپاهي جو ڳوٺ هو کي سرڪاري اعزاز سان دفنايو ويو.

**سڪندر علي اي پٽو**

## FIR ٻن مهينن کان پوءِ بہ نہ ڪٽي

تقريبن 3 مهينا اڳ 28 آڪٽوبر 1993 جي رات ڏاڙيلن جي هڪ مسلح گروپ گهوٽڪي - مائيلو لنڪ روڊ تي گهوٽڪي کان 6 ڪلوميٽر جي فاصلي ت هڪ پراڻي پل تي ٻن مسافر بس ۽ هڪ ٽريڪٽر ٽرالي مان 6 ماڻهن کي لاهي اغوا ڪري ورتو هو. جن ۾ الله بچايو چنا، ڪلارڪ قبول ڪراچي، بس ڪنڊيڪٽر، عرض محمد ڪراچي، هاري ۽ هڪ نوجوان خالد آرائين شامل آهن. جن مان ٽن ماڻهن کي ٻن مهينن کان پوءِ ڇڏيو ويو جڏهن تہ نوجوان خالد آرائين اجا تائين ڌاڙيلن وٽ آهي. اغوا جي هن واردات کي 3 مهينا ٿي ويا آهن. پر اڃا تائين انتظاميہ مغوي کي ڇڏائڻ ۾ ناڪام رهي آهي. نہ ئي اغوا جي ايف آءِ آر گهوٽڪي پوليس درج ڪئي آهي.

**الله ورايو بوزدار**

خيرپور

## پوليس ڪارروائي ۽ ٻن آفيسرن جا متضاد موقف

ٽنڊو مستي، گمبٽ ۽ خفيہ پوليس جي اهلڪارن ڳوٺ جو گهيراءُ ڪري اڳوڻي وفاقي وزيرن پيپلز پارٽي جي ايم پي اي منظور وساڻ جي گهر گهڙي ان جي ٻن پائٽين ۽ ٽن ٻين مائٽن کي گرفتار ڪري ورتو. گرفتار ٿيندڙن گهر جي عورتن ۽ ٻارن کي پوليس اهلڪارن طرفان هيراسڻ جو الزام پڻ لڳايو آهي. بعد ۾ ايس ايس پي خيرپور ڊاڪٽر بشير ميمڻ ڪمنب پوليس ۽ ڪوٽڏيجي پوليس جي انچارجن کي معطل ڪري ڇڏيو ۽ چيو تہ هي ڪارروائي غير قانوني هئي. ٻئي طرف اي ايس پي خيرپور مسٽر خواجہ چيو تہ هي اها ڪارروائي صحيح ڪئي هئي. منظور وساڻ انهن ڪاررواين کي انتقامي ڪارروائي قرار ڏنو آهي.

### خودڪشي يا پوليس تشدد

پوليس اسٽيشن صوبو ديورو جي حدن ۾ هڪ ڳوناٺي پنهل منگيجو جي موٽر سائيڪل جي چوري جي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو وي، پنهل جي والدين مطابق ٿاڻي ۾ تشدد سبب پنهل جي موت واقع ٿي وئي، پوليس پنهنجي رپورٽ ۾ چيو آهي تہ مذڪوره شخص ٿاڻي جي ڳوني تان ڇڙهي خودڪشي ڪئي هئي. اجا تائين پوليس طرفان اعليٰ آفيسرن بہ پنهل جي والدين کي ڪنهن انڪوائري جي نتيجي کان آگاهہ نہ ڪيو آهي.

**نار منگي**

(انساني حقن ۾ دلچسپي رکندڙ مقامي شهرين کي ان باري ۾ حقيقتن جو پتو ڪرڻ گهرجي)

# فرقي واريت

## فرقي واريت لاءِ مسجدن جو استعمال ممنوع

بلال مسجد ۾ صلواة وسلام [illegible] خلاف جهيڙي جي هڪ مهيني کان پوءِ ضلعي انتظاميہ تفتيش ڪرڻ کان پوءِ مسجد [illegible] جي اڳوڻي ڪميٽي کي بحال ڪري ڇڏيو آهي.
ڊپٽي ڪمشنر هڪ اجلاس ۾ صحافين دانشورن، مولوين ۽ فرقي وار مذهبي تنظيمن جي رهنمائن ۽ انساني حقن جي نمائندن کي گهرائي متفقہ طور مسجد ۾ ٻانگ کان علاوه لائوڊ اسپيڪر جي استعمال تي پابندي لاڳو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جنهن تي سختي سان عمل درآمد ڪيو ويندو. داخلا محڪمي طرفان جاري ٿيندڙ هڪ حڪم ۽ هدايتن تي بہ پوري طرح سان پابندي ڪرائي ويندي جنهن هيٺ نہ صرف لائوڊ اسپيڪر جي استعمال تي پابندي هوندي پر مسجد کي ٻين مقصدن لاءِ بہ استعمال نہ ڪيو ويندو، مذهبي عالمن کي ضابطہ اخلاق جي سختي سان پابندي ڪرڻي هوندي ۽ خلاف ورزي جي صورت ۾ تمام تر صورتحال جي ذميداري انهن جي ميزبان ۽ انهن جي منتظمين تي هوندي. جن مولوين تي حڪومت طرفان پابندي هوندي اهي ڪنهن بہ صورت ۾ ضلعي ۾ داخل ٿي ڪري خطاب نہ ڪري سگهندا. جلوس لاءِ روٽ پرمٽن جي سختي سان پابندي هوندي.
ان ن کان علاوه ڀتين تي پوسٽر لڳائڻ چاڪنگ، ڪرڻ، سرڪاري عمارت ۽ سرڪاري ملڪيتن تي فرقي وار جماعتن جا جهنڊا لڳائڻ تي سختي سان پابندي لاڳو ڪئي وئي آهي.

**آصف البشر خان**

# ٻــــار

## ٽنڊو محمد خان

### ورڪشاپ تي پورهيو ڪندڙ ٻار

شهر ۾ 100 کان وڌيڪ موٽر ۽ ٻين ورڪشاپن تي 10/12 سالن جي عمر جا ٻار ڪم ڪن ٿا. هر ورڪشاپ تي 5 کان 10 ٻار ڪم ڪندي نظر اچن ٿا. ورڪشاپن ۾ ڪم ڪندڙ ٻارن ٻڌايو ته کين 5 کان 10 روپيه ڏهاڙي جي حساب سان مزدوري ڏني ويندي هئي. ڪجهه ٻار اهڙا به آهن جيڪي صبح جو اسڪول ويندا آهن ۽ اسڪول کان اچي ڪم ڪندا آهن.
ورڪشاپن ۾ ڪم ڪندي ٻارن کان ڪا غلطي ٿي وڃي ته سندن استاد يا ورڪشاپ جا مالڪ انهن کي اوزارن سان ماريندا آهن.

**يعقوب لطيف سومرو**





## بدين

### کنڊ جي ڪارخانن ۾ ٻارن کان پورهيو

مون انصاري شوگر مل ماتلي، ٻاواني، شوگر مل تلهار، پنگريو شوگر مل، آزمي شوگر مل گهوٽڪي، آرمي شوگر مل بدين ۽ مرزا شوگر مل ڪڍڻ جو دورو 98-1-1، 97-12-18 تي ڪيو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿيو ته کنڊ جي ڪارخانن ۾ 10/12 سالن جا ٻار جن جي تعداد هر مل ۾ تقريبا 30% کان 35% تائين آهي. ملز مالڪ ٺيڪيدارن ڪم تي لڳايا آهن. ٺيڪيدار ٽرڪ، ٽرالي ۽ بيل گاڏي جيڪا ڪن سان پريل هوندي آهي خالي ڪرائڻ لاءِ ٻارن کان ڪم وٺندا آهن. انهن ٻارن کان روزانو تقريبن 16 ڪلاڪ ڪم ورتو ويندو آهي. 5 يا 6 ٻارن جي ٽولي کي 15 منٽن جو وقفو ملندو آهي. ماني هو پنهنجي کيسي مان کائيندا آهن. ٽرڪ خالي ڪرڻ جا 10 روپيه، ٽرالي تي 12 روپيه ۽ بيل پيبل تي 7 روپيه في ٻار ونڊو آهي. 15 ڏينهن کان پوءِ حساب ڪتاب ٿيندو آهي. انهن ٻارن چيو ته کين مزدوري تمام گهٽ ملندي آهي. پورو ڏينهن پورهيو ڪندا آهن. ڪينئين جو ڪاڏو به صحيح نه ٿو ملي. مٿان ٺيڪيدارن جون گاريون ۽ دڙڪا الڳ ملن ٿا. جيڪڏهن ڪو ٻار ڪمند جي ٽرالي تان ڪري زخمي ٿي پوي ته ان جو اعلاج به نه ڪرايو ويندو آهي.
مون هڪ مل جي G-9 ساب چائلڊ ليبر بابت ڳالهايو ته هو چائلڊ ليبر کان واقف آهي ته هن وراڻيو ته توهان کي هن الجهن ۾ ڪنهن وڌو آهي. انسان جو چائلڊ ليبر سان ڪو واسطو ڪونهي. حالانڪه ان جي دل جي ٺيڪيدار طرفان ٻار ني پورهيو ڪري رهيا هئا.

**صفدر موسيٰ ڪوسو**

## بکر

### 5 سالن جي ٻار سان درندگي

5 سالن جي ٻار سان جنسي درندگي ڪري ٻار کي خراب حالت ۾ ويران هنڌ تي ڦٽي ڪري ويا. هوش ۾ اچڻ تي ٻار رڙيون ڪرڻ لڳو ته ويجهو کان گذرندڙ ماڻهن ٻار کي زخمي حالت ۾ اسپتال پهچايو. ٻار جنهن جو نالو محمد سعيد آهي، پنهنجي گهر آڏو کيڏي رهيو هو ته محمد شاهه عرف چاند کيس ويجهو هڪ جهنگل ۾ وٺي ويو ۽ سائس زبردستي جنسي تشدد ڪيو ۽ جڏهن محمد سعيد وڌيڪ زخمي ٿي ويو ته هن کيس جهنگل ۾ ڇڏي فرار ٿي ويو. پوليس ڪيس درج ڪري ورتو آهي، جڏهن ته ٻار اسپتال ۾ زير اعلاج آهي.

**شهزاد نقوي**

## صوابي

### معصوم ماريو ويو

ضلع صابي جي ڳوٺ يار حسين ۾ حجري جي ملڪيت جي جهيڙي تان ٻن ڌرين جي وچ ۾ آزادانه فائرنگ ٿي. جنهن ۾ 10 سالن جو ٻار گولي لڳڻ سبب مري ويو، ٻنهي ڌرين جي حاجي عالم، جوهر زيب ۽ خان شير دلشاد، امان شير وچ ۾ گڏيل حجري تان جهيڙو هلندو ٿي آيو، جنهن تي ٻنهي ڌرين وچ ۾ 23 نومبر جي شام جو آزادانه فائرنگ ٿي جنهن سان 10 سالن جو ٻار اعجاز ولد غلام علي گولي لڳڻ سبب مارجي ويو.

**صالح زاده**

## شاهه پور جهانيان

### 5 سالن جي ٻارڙي ٽائون ڪميٽي جي غفلت جو شڪار

مقامي ٽائون ڪميٽي جي غفلت جي نتيجي ۾ رهائشي علائقي جي وچ ۾ گندي پاڻي جو تالاب آهي. ان ۾ 51 سالن جي ٻارڙي بي نظيران ٻڏي مري وئي. هوءَ پنهنجي گهر ڀرسان کيڏندي ان تالاب ۾ وڃي ڪري پاڙي جي ٻن عورتن ٻارڙي کي بچائڻ لاءِ تالاب ۾ ٽپو ڏنو پر هو ان ۾ ناڪام ويون.
ٽائون ڪميٽي انتظاميه کي ان مسئلي جي باري ۾ سماجي تنظيمن ٻار ٻار چيو پر ان مسئلي جو ڪو حل نه نڪتو هاڻ هڪ 5 سالن جي ٻارڙي به زندهه رهڻ جي حق کان محروم ٿي وئي.

**طاهر رسول حسين بخش**

## سکر

6 سالن جي ٻارڙي گٽر ۾ ڪري فوت ٿي ويو. نيٽن پنڊ علائقي ۾ 6سالن جو هڪ ٻار علي محمد ولد نور محمد نوناري ڪليل گٽر ۾ ڪري مري ويو. هو والدين جو اڪيلو پٽ هو. اهي رحيم يار خان سان تعلق رکندڙ هئا، جيڪي هتي محنت مزدوري ڪرڻ لاءِ آيا هئا. ٻار جو لاش 16/1/98 تي ٻن ڏينهن کان پوءِ گٽر مان مليو.

**مهر خادم**

**باجوڑ**

## 50 سالن کان وسيل اقليتن لاءِ قبرستان جي جڳهہ ناهي،

### ڊوميسائيل کان محروم

**هر انسان کي فڪري آزادي، مذهبي آزادي جو پورو حق آهي. ان مذهب يا عقيدي کي تبديل ڪرڻ اجتماعي يا انفرادي طور تي عمل ڪرڻ يا اجتماعي يا انفرادي طور تي خاموش يا ڪليل نموني پنهنجي عقيدي جي تبليغ ان تي عمل ڪرڻ ۽ ان جي عبادت ۽ رسمون، پوريون ڪرڻ جي آزادي شامل آهي."**

(انساني حقن جو عالمي منشور دفعہ 18)

باجوڑ ايجنسي ۽ ضلع دير ۾ رهيل مسيحن جي مذهبي پيشوا صادق ٻڌايو تہ باجوڑ ۽ ضلع دير ۾ مجموعي طور تي 38 مسيحي خاندان 50 سالن کان آباد آهن، پر انهن جي مرڻ وارن لاءِ قبرستان جي جڳهہ عطا ڪيل ناهي. هو پنهنجي مرندڙن کي مالا ڪند يا پنجاب ڪٺائي ويندا آهن. ڪين اتي عبادت ڪرڻي پوندي آهي. مذهبي رسمون ۽ تهوار ملهائڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي. ڪنهن سان پنهنجي مذهب جي ڳالهہ نہ ٿي ڪري سگهجي، پر انهن کي مذهب تبديل ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي. هي ماڻهو جيڪي 50 سالن کان هتي رهندا آهن سندن ڊوميسائيل نہ ٿو ٺهي جنهن سبب سندن ٻارن کي ميٽرڪ کان پوءِ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيش ايندي آهي. ان کان علاوه ڪين اسلاميات لازمي طور پڙهائي وڃي ٿي.

## 5 انسان بارودي سرنگن جو شڪار

تحصيل ماموند جي ڳوٺ موخہ اينٽي پرسنل مائين (بارودي سرنگ) ڦاٽڻ سان 4 عورتن سميت 5 ماڻهو مارجي ويا.

گل جهان نالي هڪ شخص جي گهر ۾ بورچي خاني سان لڳ سحري وقت زبردست ڌماڪو ٿيو. ان وقت عورتون سحري جي تياري ۾ رڌل هيون. ڌماڪو ايترو قدر طاقتور هو جو بورچي خاني ۾ ڪم ڪندڙ 5 عورتن جي جسم جا ضوا پري پري تائين پکيڙجي ويا ۽ انهن مان 4 عورتون نسيما مر، زيخا، گل بانو ۽ مريم موقعي تي مارجي ويون جڏهن تہ هڪ ڇوڪرو گل بہ مارجي ويو.

جنت بي بي نالي هڪ عورت جي حالت خطرناڪ ٻڌائي وڃي ٿي. ڌماڪو ايترو قدر زور دار هو جو سڄو ڳوٺ لڏي ويو ۽ علائقي جا ماڻهو خوف ۽ هراس کان گهرن کان ٻاهر نڪري آيا. ڌماڪي سان پورو گهر ڊهي ويو. گهر ۾ موجود جي ڳئون پڻ مري ويون. هي امر قابل ذڪر آهي تہ گذريل ٻن سالن کان ماموند نہ جو خوبصورت علائقو بارودي سرنگن ۽ بم ڌماڪن ڪري بارود جو ڍير بڻجي ويو آهي. 1997 ۾ 340 ماڻهو بارودي سرنگن سبب مري چڪا آهن، اڃا تائين ڪو ملزم گرفتار ٿي نہ سگهيو آهي.

**انور الله خان**

(ايجنسي جي پوليٽيڪل انتظاميہ تحفظ لاءِ ڇا قدم کنيا آهن ۽ ان سلسلي ۾ صدر پاڪستان ۽ سرحد صوبي جي گورنر کي تحريري درخواستن موڪلڻ گهرجن جيڪي قبائلي علائقن جا ذميدار آهن. صرف ماموند 340 جانين جو هڪ سال ۾ ضايع ٿيڻ ڏاڍو سنگين مسئلو آهي. مقامي ماڻهو هڪ مشترڪ درخواست تہ ضرور موڪلي سگهن ٿا)

## انساني حقن کان محروم افغان

ايجنسي جي شمال مغرب ۾ افغانستان واقع آهي، افغان خانہ جنگي نتيجي ۾ هتي هزارن جي تعداد ۾ افغان باشندا اچي پهريان ڪيمپن ۾ عارضي ۽ هاڻ مستقل آباد ٿيا آهن. هي مهاجرين اڄڪلهہ ڪيمپن ۾ رهيل آهن جيڪي بظاهر افغانستان ۾ خانہ جنگي ڪري واپس وڃڻ لاءِ تيار ناهن.

وڏين طاقتن جي سرد جنگ جي نتيجي ۾ ٻاهرين امداد ملي رهي هئي. جيڪا هاڻ تقريبن بند ٿي چڪي آهي. هي ماڻهو هاڻي ڪوڙ ماري مسئلن ۾ ڦاٿل آهن.

مقامي آبادي جا ماڻهو بہ هاڻ مهاجرن کي حقارت جي نظر سان ڏسن ٿا، جنهن ڪري انهن ۾ احساس محرومي جو رجحان وڌي رهيو آهي. سهولتون نہ هئڻ سبب انهن جا ٻار تعليم کان محروم آهن. افغان ٻار گهڻو ڪري اڻ پڙهيل آهن. تمام گهٽ تعداد ۾ ٻار پاڪستاني اسڪولن ۾ پڙهن ٿا. اهي بہ ميٽرڪ کان پوءِ اسڪول ڇڏي ڏين ٿا. ڇاڪاڻ تہ ڪاليج وڃڻ لاءِ ڊوميسائيل هئڻ ضروري آهي. يونيورسٽي ۾ افغان باشندن جون سيٽون محدود آهن.

افغان ڪيمپن ۾ ابتدا ۾ ڊسپينسريون هونديون هيون، جيڪي هاڻ يا تہ ختم يا نالي ماتر ڪي رهجي ويون آهن. صحت جي بنيادي اصولن کان ناواقف افغان عورتون ويم دوران ئي مري وڃن ٿيون ۽ ٻار وبائي مرض جو شڪار آهن. پاڪستاني اسپتالن تائين غريب افغانن جي رسائي ناممڪن آهي اهي تہ مقامي ماڻهن جي ضروريات لاءِ بہ قطع ناڪافي آهن. افغان مهاجر گهٽ اجرت تي محنت مزدوري ڪن ٿا. بي روزگاري ڪري افغان نوجوان يا تہ نشي جا عادي ٿيو وڃن يا وري چوري، اسمگلنگ ۽ منشيات تي ڀاڙيندا آهن.

باجوڑ ۾ افغان ڪيمپ خانن جي ملڪيت آهي جنهن ۾ افغانن پنهنجي لاءِ گهر خود ناهيا آهن، پر هي گهر انهن جا پنهنجا ناهن ڪجهه هندن تي انهن کان ڪرايو وصول ڪيو ويندو آهي ۽ خان ڪنهن بہ وقت انهن کي ڪڍي سگهي ٿو.

افغان مهاجر پنهنجي سخت ۽ دقيانوسي روايتن ۽ رسمن ڪري هاڻ بہ تباهہ حال آهن. عورتن کي جانورن جيان وڪرو ڪيو ويندو آهي. رشتہ لکن ۾ ملندا آهن. رقم نہ هئڻ ڪري اڪثر افغان شادي کان محروم آهن ۽ هم جنس پرستي جو شڪار آهن.

**نيڪ محمد**

**ڪرڪ**

## 9 سال قيد ڪاٽڻ جي باوجود

HRCP جي سرگرم ڪارڪنن جي مقامي گروپ ايم اين اي ڪرڪ جناب شمس الرحمان خٽڪ ۽ ميمبر صوبائي اسيمبلي جناب اورنگزيب جان سان ملاقات ڪئي ۽ انهن کي قصاص ۽ ديت آرڊيننس جي انهن لفظن کان آگاهہ ڪيو جيڪي شهري آزادين ۽ انساني حقن تي بري طرح اثر انداز ٿي رهيو آهي.

انهن ٻنهي ميمبرن ڳالهيون ڪندي گروپ قصاص وڏيت آرڊيننس جو حوالو ڏنو ۽ چيو تہ هي نقطا پاڪستان جي آئين سان ٽڪرايل آهن ڇاڪاڻ تہ انهن نقطن موجب جيڪڏهن ڪوڙوهاري پنهنجي پوري عمر قيد بامشقت پوري ڪرڻ کان پوءِ ديت، آرش ياضمان جي رقم ڏيڻ ۾ ناڪام رهي ٿو تہ ڪيس ۽ عمر ڀر جيل ۾ رکيو ويندو جاهي ان کي موت ئي ڇونہ اچي وڃي گروپ معزز ميمبرن کي سب جيل ڪرڪ ۾ قيد نوشيردان جي حالت زار کان آگاهہ ڪيو جيڪو ديت جي رقم نہ ڏيڻ سبب گذريل ٻن سالن کان جيل ۾ بند آهي حالانڪ هو پنهنجي ٧ سالن جي اصل سزا پوري ڪري چڪو آهي وفد پارليامنٽ جي ميمبرن تي زور ڏنو تہ هو گهٽ ۾ گهٽ قصاص ۽ ديت جهڙي غير انساني ۽ دولت تي ٻڌل شقن کي ختم ڪرائڻ لاءِ پنهنجي سطح تي قدم کڻن.

**لعل خان خٽڪ**

**شهداد ڪوٽ**

## محنت ڪشن جو مظاهرو

شهر جي اهم مرڪز مولو چوڪ تي شهداد ڪوٽ ٽيڪسٽائيل ملز جي محنت

ڪشن مظاهرو ڪيو ۽ ڌرڻو هنيو، مظاهرو شهر ۾ بدامني ختم ڪرڻ ۽ محنت ڪشن کي تحفظ ڏيڻ لاءِ ڪيو ويو. ضلعي ۾ بدامني، لاقانونيت خاص ڪري شهداد ڪوٽ ٽيڪسٽائيل ملز جي ملازمن جو ڏاڙيلن هٿان روزانه لٽجي رهيا آهن. محنت ڪشن جي تحفظ لاءِ ڪي موثر قدم نه کنيا ويا آهن.

**محمد صالح ڪوسو**

## سبي

### آفيسرن سان ڳنڍ ايف سي شاهي

انساني حقن جي عالمي منشور جي دفعه (13) 1 ۾ هيٺ ڏنل هر شخص کي پنهنجي رياست جي حدن اندر نقل ۽ حرڪت ڪرڻ ۽ ڪٿي به رهڻ جي آزادي جو حق آهي مگر فرنٽيئر ڪور ڊيره بگٽي جي عملي محڪمه ٽيليفون ۽ ٽيلي گراف جي چار آفيسرن تي ايند ٽي جي ڊيوزنل انجنيئر امتياز احمد ايس ڊي او عبدالخالق، سپروائيزر ڪريم شاهه ۽ عبدالرزاق کي جنهن 22/12/97 تي ڊيره بگٽي ۾ نئي ٽيليفون ايڪسچينج جو معائنو ڪرڻ وڃي رهيا هئا ته کين 6 ڪلاڪن تائين حراست ۾ رکيو جيڪو دفعه نمبر 9 جي خلاف ورزي آهي. ان دوران انهن آفيسرن سان بد ڪلامي به ڪئي بعد ۾ اعليٰ آفيسرن جي هدايت ملڻ تي ٽي اينڊ ٽي جي اعليٰ آفيسرن کي ڊيره بگٽي وڃڻ نه ڏنو ۽ کين واپس سبي اچڻو پيو

**عبدالواحد**

## دوڙ

### ٽرين اسٽاپ ختم

مقامي شهرين ريلوي، طوفان عوام ايڪسپريس ۽ ملتان ايڪسپريس جو اسٽاپ ختم ڪرڻ تي احتجاج ڪندي چيو آهي ته شهرين کي سفر جي سلسلي ۾ سخت ڏکيائي کي منهن ڏيڻو پوي ٿو، ملازم پيشه ماڻهن کي پنهنجي ڊيوٽي تي پهچڻ ۾ سخت پريشاني ٿئي ٿي.

**شاهد مشتاق**

## گلگت

ٻڪوٽ جي ٻارن کي جهاد ڪشمير ۾ موڪلڻ تي ٻي وس والدين غمگين آهن ضلع گن گڇي بلستان جي هڪ ٻڪوٽ "يوگو" ۾ هر سال ڪم سن ٻارن کي به ڪشمير ۽ افغانستان جي جنگ وڙهڻ لاءِ "مجاهد" بنائي وٺي وڃبو رهيو آهي. هن سال به ڪوڙ سارن ٻين ٻارن سان گڏ هيٺ ڏنل ٻارن کي موڪليو ويو. سليم ولد عبدالله درزي عمر 15 سال، سنڌس پيءُ درزڪو ڪم ڪري زندگي گذاريندو اهي اسماعيل ولد عبدالڪريم ڪپو عمر 16 سال سنڌس پيءُ مزدوري سانگي ڪراچي ويل آهي، ابراهيم ولد عبدالڪريم غوث عمر تقريب 18 سال سنڌس پيءُ گونگو آهي ۽ وٽن جي پٽن مان توڪريون ناهي وڪرو ڪندو آهي. احمد ولد عبدالرحيم تراسپا عمر 16 سال، دارالعلوم غواڙي جو شاگرد آهي. سنڌس جي محنت مزدوري ڪري گذارو ڪندو آهي. احمد پنهنجي والدين جو اڪيلو پٽ آهي.

شريف والد ابراهيم ڪوروا عمر تقريب 18 سال، شريف جو پي غربت سبب ڪيترا اسان پهريون محنت مزدوري لاءِ ڪراچي ويل هو، مگر واپس اچڻ ۾ دير ٿي ته شريف جي مامي، چاچي زبردستي شريف جي ماءُ کي پيءُ کان طلاق ڏياري ٻئي هنڌ شادي ڪرائي ڇڏي.

**عبدالله ڪريم**

## ماتلي

### هارين کان جبري پورهيو

ماتلي شهر جو سيٺ دريا نومل واٿيو هارين کي قرض ڏئي زمين تي ڪم ڪرائڻ لاءِ وٺي اچي ٿو. جڏهن هاري ٻين جو ڪم ڪار ختم ڪن ٿا ته انهن کي رائيس مل جي مزدوري ڪرائي وڃي ٿي. مدد پورو ٿيڻ تي کين ڪو حساب ڪتاب نه ٿو ڏنو ڏنو وڃي نه ئي اجرت. جڏهن ڪو هاري پنهنجي اُجرت گهري ٿو ته هو ان کي ڊيڄاري ڌمڪائي ٿو، پوليس به ان جي طرفدار آهي.

**چوٿ چند**

## پيريسا

### ٽرين جو اسٽاپ ختم ڪري ڇڏيو

شاهين ٽرين جيڪا ڪراچي کان لاهور ويندي آهي. اندرون سنڌ گهٽ اسٽيشن تي رڪجندي آهي، پر گذريل ڊسمبر کان ريلوي اهلڪارن اندرون سنڌ جا اسٽاپ به ختم ڪري ڇڏيا جنهن سبب هزارين ماڻهن کي سفر لاءِ پريشاني ٿئي ٿي. محڪمي جو چوڻ آهي ته نقصان ڪري اهي اسٽاپ ختم ڪرڻ پيا آهن. پر اندرون سنڌ کان ايندڙ ٽرينن ۾ رش ان ڳالهه جي نفي ڪري ٿي، ڪنهن به ڊبي ۾ وڪڻ جي جڳهه به نه ٿي ملي. ماڻهو بيهي سفر ڪن ٿا ۽ ڊٻا بلڪل پريل ملن ٿا، اسٽاپ ختم ٿيڻ سبب واپارين کي به سخت پريشاني ٿئي ٿي. ڏهي ڳالهه به غور طلب آهي ته حڪام اندرون سنڌ جي تمام اهم شهرن مان اهم ٽرينن عوام، سپر، تيزرو، تيزگام وغيره سميت اسٽاپ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي.

**محمد طاهر ڪلهوڙو**

## نواب شاهه

### 16 سال گذري ويا

هڪ شهري مشتاق احمد ٻڌايو ته 10.6.81 تي ڊپٽي سيٽلمنٽ ڪمشنر نواب شاهه پاران ليٽر نمبر DSC/NWS/SGR/01(HYD) عبدالله ولد غلام احمد کي موصول ٿيو، عبدالله جو پلاٽ نمبر 11A837/256 جيڪو سنڌس پراپرٽي هو ڪچي آبادي کان پڪي آبادي ۾ منتقل ڪرائڻ لاءِ حڪومت جي گهر هئي ته هو منتقلي جي قيمت مبلغ =/1120 روپيه جمع ڪرائي، هي ليٽر عبدالله سميت ڪچي آبادي جي ٻين رهواسين کي به موصول ٿيو. نوٽيس مطابق عبدالله نيشنل بئنڪ نواب شاهه ۾ 81-6-24 تي فيس جمع ڪرائي هئي، عبدالله جي اٿارني مشتاق احمد ٻڌايو ته 16 سالن کان پوءِ به ذڪر ڪيل کاتي اڃا تائين مذڪوره پلاٽ عبدالله نالي منتقل نه ڪيو آهي ۽ هو ڪيترا دفعا نواب شاهه ۽ حيدرآباد جا چڪر لڳائي چڪو آهي ۽ هر دفعي ٽال مٽول کان ڪم ورتو ويندو آهي. عبدالله ولد غلام محمد وفاقي محتسب، صوبائي محتسب، وزيراعظم پاڪستان وزيراعليٰ سنڌ ۽ ڊي سي نواب شاهه ۽ ٻين ارباب اختيار کي درخواستون موڪليون آهن ۽ پنهنجي مسئلي جي حل لاءِ اپيل ڪئي آهي.

**آصف البشر خان**

## پشاور

### 1600 فارغ

فارسٽ ڊولپمنٽ ڪارپوريشن مان لڳ ڀڳ 1600 ملازم برطرف ڪيا ويا آهن. ڪارپوريشن جي ذميوارن ٻڌايو ته حڪومت جي فيصلي مطابق ڪارپوريشن جي ڊائون سائيزنگ

جاري آهي ۽ فالتو عملو ختم ڪيو پيو وڃي. برطرف ٿيندڙ وارن ۾ گهڻو ڪري فارسيٽ گارڊ، فارسٽر منشي ۽ جهنگلن جي مارڪنگ ۾ ٻوٽن جي رکوالي ڪندڙ عملو شامل آهي، گهڻو عملو مالا ڪنڊ ڊويزن سان تعلق رکي ٿو، هي ماڻهو وڏيڪ بقاياڻن جي مستحق آهن ڇاڪاڻ ته اهي پروجيڪٽ جا ملازم آهن.
گذريل ڏينهن انهن ملازمن گورنر هائوس آڏو مظاهرو ڪيو ته پوليس انهن کي زبردست مارڪٽ ڪئي.

**يحيٰ احمد**

## 3 مرلم لاءِ قتل

ظهرالله ولد حاجي احمد رهندڙ پشته خره محلہ گرهي بالا، صرف 3 مرلہ زمين خاطر پنهنجي سڳي ڀاءُ اقبال حسين عرف نالي کي قتل ڪري ڇڏيو.
اقبال حسين جا 6 ٻار آهن جن ۾ 6 ڇوڪريون ۽ 2 ڇوڪرا آهن. اقبال حسين جي عمر تقريبن 32 سال هئي.

## ڏينهن ڏٺي قتل:

غريب آباد گلي نمبر 4 ۾ 3 بجي ڌاڙيلن نادر خان جي گهر گهڙي عورتن کي يرغمال بنائي گهر ۾ موجود قيمتي سامان ڪٺي وڃي رهيا هئا ته گل بي بي زال نادر خان مزاحمت ڪئي جنهن تي ڌاڙيلن ڪيس خنجر سان زخمي ڪري وڌو.
گل بي بي کي بچائڻ لاءِ سنڌس جوان ننهن ثمينہ زال ظريف خان دوڙي ته ان کي بہ ڌاڙيلن خنجر سان زخمي ڪري وڌو ۽ موقعي تان فرار ٿي ويا. رڙين واڪن تي پاڙيسري ماڻهو جمع ٿي ويا ۽ ٻنهي عورتن کي اسپتال پهچايو جتي گل بي بي زخمن جا تاب نہ سهي فوت ٿي وئي. جڏهن ته ثمينہ اسپتال اعلاج هيٺ آهي.

**ساجد علي**

## بدين

## ائين بہ ٿي سگهي ٿو

30/12/97 تي تعلقي تلهار جي وارڊ نمبر 3 جي رهواسي اشرف ڪلهوڙي ٻڌايو ته سنڌس ڀاءُ محمد اسلم ولد الله بخش ڪلهوڙي کي 28 ڊسمبر جي صبح جو سنڌس ئي گهر آڏو جهاز گهرانو، مظهر ڪبيري، ميرو ملاح ۽ اشرف سمون ڪيس ماري ڪٽي پنهنجي اوطاق ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ پوليس کي ٻڌايو ته محمد اسلم چوري جي نيت سان داخل ٿيو هو.
پوليس محمد اسلم کي ٿاڻي تي وٺي وئي ۽ 3 ڏينهن ٿاڻي بغير اعلاج ۽ بغير FIR ۽ NC جي ٿاڻي ۾ بند ڪري ڇڏيو.
جڏهن آئون وارڊ نمبر 3 ته موقعي واردات تي محلي وارن ٻڌايو ته محمد اسلم بي قصور آهي ۽ جهڳڙي جو اصل سبب هڪ پلاٽ آهي. آئون ٿاڻي تي ويس ۽ FIR جي رپورٽ گهري ته نہ FIR ۽ نہ ئي NC داخل ٿيل ملي، ان دوران محمد اشرف ڪلهوڙو اچي ويو ۽ ٻڌايو ته سنڌس ڀاءُ پوليس حراست ۾ موجود آهي. ٿاڻي جي منشي ڪيس محمد اسلم سان ملڻ ڏنو پرچيو ته باقي معاملا SHO جي اچڻ ڪان پوءِ حل ٿيندا. محمد اسلم سان ملاقات تي ڏنو سنڌس مٿي تي 3 ڏڪ لڳل هئا ۽ ٽين ڏينهن بہ زخمن مان رت وهي رهيو هو، اسپن طبي امداد جو مطالبو ڪيو ۽ اي ايس آءِ وٽ ويا سين ۽ ڪيس چيو ته هي انساني حقن جي خلاف ورزي آهي. ۽ قانون پوليس کي اها اجازت نہ ٿو ڏئي اي ايس آءِ معاملي جي نوعيت محسوس ڪندي محمد اسلم کي آزاد ڪري ڇڏي.

**صدر موسيٰ ڪوسو**

## لوڙاران

## ضلعي هيڊ ڪوارٽر جي حالت

لوڙاران جنوبي پنجاب جي ضلعي ملتان جو هڪ ڊگهو ۽ پنجي پيل تعلقو هوندو هو جنهن کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو آهي پر هتي شهر جي سهولتن جي حالت خراب رهي.
وارڊ نمبر 1 جا رهائشي شڪايت ڪن ٿا ته سنڌس گلي جو مين هول گذريل 6 مهينن کان ڍڪڻ کان محروم آهي. گلي جا گٽر بہ مهيني ۾ 20/25 ڏينهن بند رهن ٿا، اينتري قدر جو گلي جي مسجد آڏو بہ هميشہ گندو پاڻي بيٺل هوندو آهي، گلين ۾ گند، ڪچري جا ڍير لڳل آهن.
وارڊ نمبر 2 گلي مشتاق هوٽل واري جا مين هول جا تمام ڍڪ ٽٽل آهن، گٽر اڪثر بند پيل آهن جنهن ته گلي جو آخري حصو جتي گلي ضلعي ڪورٽ ڏانهن مڙي ٿو اتي سڄو سال گٽر بند رهندو آهي.
اهڙي طرح گهر بستي ۾ گلي ڪنهن وڏي تلاءُ جو منظر پيش ڪندي آهي. مين بازار کان چوڪ مضابان کان رستو شهر کان ٻاهر نڪري سپر هاءِ وي سان وڃي ملي ٿي. اتي بہ سڄو سال گندگي هوندي آهي. ان بازار جون تمام لنڪ گليون ان بدبوءِ ۽ گندگي سان ڀريل رهن ٿيون ۽ ڪيترا ڪيترا هفتا هي صورتحال برقرار رهندي آهي.
وارڊ نمبر 4 ۽ 5 جي وچ ۾ 4، 5 ايڪڙ تي مشتمل گٽرن جي گندگي جو خزانو آهي.

**شيرين سحر**

هن حالت کي تبديل ڪرڻ ڪرائڻ لاءِ شهري ۽ اهلڪار ڇا ٿا ڪن؟

## سبي

## 1997 دوران قتل ۽ ڌاڙا وغيره

گذريل سال صدر ۽ سٽي ٿاڻو چوري ۽ ڌاڙي جي دوران 90 لک روپيہ ڦرجڻ کان علاوه خودڪشي سميت انساني حقن جون خلاف ورزين جا واقعا ٿيا آهن جن جي تفصيل هيٺ ڏنل آهن.

| | |
|---|---|
| ٽوٽل واقعا | 217 |
| ٽوٽل زير تفتيش | 75 |
| ٽوٽل چالان | 140 |

- قتل 5- زير تفتيش 4، چالان:
- اقدام قتل: 8، زير تفتيش: 3 چالان: 4
- ڌاڙا: 4، زير تفتيش 2، چالان:2
- زنا:7 زير تفتيش 3، چالان :3
- ايڪسيڊنٽ: 5، زير تفتيش:2، چالان:3
- فرار هر قسم: 54، زير تفتيش: 21، چالان: 33
- چوري: 36، زير تفتيش: 23 چالان: 12
- حدود آرڊيننس: 13، زير تفتيش 4.
- سرڪاري ملازمن تي حملا: 3، زير تفتيش :1، چالان: 2،
- اسلحه آرڊيننس: 17 زير تفتيش:
- ، چالان: 17
- منشيات: 23، زير تفتيش : 4، چالان: 9.
- قمار بازي: 5، زير تفتيش: 5، چالان: 5.
- متفرق: 37، زير تفتيش: 8 چالان: 29

**محمد ...**

## ميهڙ

## رشتي کان ڦري وڃڻ تي ٻاجائي قتل

3 جنوري جي صبح جو ميهڙ تعلقي ۾ واقع هڪ ننڍي ڳوٺ جيڪو سب ڊويزن ميهڙ کان 5 ڪلو ميٽر جي فاصلي تي آهي ان ڳوٺ جو نالو "نبات پور" آهي. اتي صبح جو 10 بجي ڳوٺ جا ڪجهہ هاري پنهنجن زمينن تي ڪم ڪري رهيا هئا تہ هڪ شخص انور خاصخيلي جيڪو پوليس جو سپاهي ٻڌايو وڃي ٿو پنهنجي مائٽن کي گوليون هڻي ماري وڌو.
ٻئي مقتول قاتل جي پيٽيوا بہ هئا ۽ سالا بہ پاڻ ۾ پاٿر بہ هئا ۽ جاڙا هئا پيدا بہ هڪ ئي وقت ٿيا ۽ قتل بہ هڪ ئي وقت ٿيا، سنڌن نالا اصغر علي خاصخيلي ولد الهڙيو خاصخيلي ۽ غلام عباس خاصخيلي ولد الهہ ورايو خاصخيلي هيا.
انور ۽ سنڌس ڀاءُ لياقت خاصخيلي جو رشتو

مقتولن جي پيٽن سان ٽيوهو ۽ سندن پيٽن جو رشتو مقتولن اصغر علي ۽ غلام عباس سان طئي ٿيل هو ۽ جنهن ۾ مقتول جي شادي ٿيل هئي ٻئي طرف انور خاصخيلي جي شادي ٿيل هئي پر سندس ڀاءُ لياقت جي شادي اجا ڪونه ٿيل هئي ۽ ڪنهن طرح انور کي خبر پئي ته الله ورايو جيڪو انور جو سهرو به هئو پنهنجي ننڍي ڌي (لياقت جي مڱيندي) جو رشتو ميرپور خاص ۾ ڪنهن ٻئي شخص سان طئي ڪري پئسا وٺي آيو يعني هن پنهنجي ڌي (لياقت جي مڱيندي) کي وڪڻي آيو هو.

[illegible]سين تي زباني ڏي وٺ کان پوءِ انور پوليس جي ڪلاشنڪوف کي استعمال ڪندي ٻنهي ڀائرن کي قتل ڪري ڇڏيو، واقعي جي تصديق موقعي تي وڃڻ کان پوءِ ٿي.

پوليس اجا تائين ڪا ڪاروائي نه ڪئي آهي ۽ [illegible] ڪا گرفتاري عمل ۾ آئي آهي.

**ڊاڪٽر صفدر نواز پيٽي**

**[illegible]ڪي**

## 5 هزار ۽ واچ ڦري ورتي

5 جنوري تي مقامي هوندو واپاري ڀيمڻ داس پنهنجي دوڪان سجدروٺ ننڍو هندو محلي ۾ دوڪانداري ڪري رهيو هو ته شام جو سوائين ستين بجي هڪ موٽر سائيڪل تي به مسلح نوجوانن دوڪان ۾ اوچتو داخل ٿي پستول جي زور تي ڀيمڻ داس کان 5000 روپيه ۽ قيمتي واچ ڦري ورتي.

مسلح ڌاڙيلن پرسان بيٺل داس راج کان به 20 روپيه ڦري ورتا ۽ موٽر سائيڪل تي فرار ٿي ويا.

هڪ مهينو اڳ به امين الدين روڊ تي مقامي هندو واپاري جوهر لعل کان سر شام ان جي قيمتي رادو واچ ۽ هزارين روپيه نقد ڦري ورتا هئا. پوءِ به هڪ مهينو گذرڻ جي باوجود مقامي پوليس ڪا گرفتاري عمل ۾ نه آندي آهي.

**محمد سعيد**

**ڳوٺ ٻچل ڪلوئي**

## بنيادي سهولتن کان محروم

اسان جي ڳوٺ ۾ ڪا بنيادي سهولت موجود ناهي ڇوڪرين جو ڪو به اسڪول ڪونهي. اسان جي ڳوٺ کان پڪو رستو به 6 ڪلو ميٽر جي فاصلي تي آهي. ڳوٺ جون ڪيترين ڇوڪريون پڙهڻ چاهن ٿيون ۽ سندن والدين ڪين تعليم ڏيارڻ نه ٿا چاهن.

**مومل**

**عمر ڪوٽ**

## تاوان نه ڏنو، 2 مهينا يرغمال رهڻ کان پوءِ واپس

عمرڪوٽ 30/8/97 تي ڪوڊ گوفارم ضلع عمر ڪوٽ جي ذميوار يوسف پيٽي ۽ سندس نوجوان پٽ گل حسن پيٽي کي ڪراچي وينڊي تعلقه سامارو جي نبي سرواهر ويجهو 4 مسلح ماڻهن ڊبل ڪيبن پڪ اپ سميت اغوا ڪري ورتو. اڳتي وڃي ڌاڙيلن يوسف پيٽي کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ سندس پٽ گل حسن کي گاڏي سميت وٺي ويا. 4 ڏينهن ڪانپوءِ گاڏي ڪراچي مان صحيح سلامت ملي.

يوسف پيٽي سان حاجي جمال نهڙي ۽ قاسم پيٽي چيو ته اسين 20 لک عيوض تنهنجو پٽ ڌاڙيلن کان ڇڏائي سگهون ٿا پر يوسف پئسه ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ هن پوليس وٽ FIR درج ڪرائي جنهن ۾ حاجي جمال نهڙي کي ملزم نامزد ڪيو.

سامارو پوليس ٻنهي ملزمن کي گرفتار ڪيو پر هو بااثر هجڻ سبب جلد آزاد ٿي ويا، يوسف پيٽي مدد لاءِ DIG ۽ ڪمشنر ميرپورخاص کي اپيل ڪئي ۽ صدر ۽ وزيراعظم کي ٽيليگرام روانا ڪيا.

تقريب ٻن مهينن کان پوءِ ڌاڙيلن مايوس ٿي تاوان جي رقم 20 لک مان گهٽائي 3 لک رکي پر يوسف هڪ پئسو به ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، آخر تنگ اچي ڌاڙيلن گل حسن پيٽي کي 2 مهينن کان پوءِ اڪين تي پٽي ٻڌي جامشوري ويجهو سپرهاءِ وي تي ڇڏي فرار ٿي ويا جتان هو پنهنجي گهر پهتو.

گل حسن مطابق ڌاڙيلن هن تي بلا جواز تشدد ڪري رهيا هئا. ڪيس صحيح طرح ڪاڌو به نه ڏئي رهيا هئا ۽ هن کي معلوم به نه هو ته هو ڪٿي آهي ۽ اتي ٻيا به 5 ماڻهو قيد هئا.

**عبدالرحما جان**

**ليه**

## جوڊيشنل حوالات جو حال

ليه ۾ هڪ جوڊيشنل حوالات آهي جنهن ۾ تقريباً 50 قيدي رکڻ جي گنجائش آهي پر اتي گهٽ ۾ گهٽ 200 قيدي رکيل آهن ڪنهن وقت ته اهو تعداد ان کان نه وڌيڪ ٿي ويندو آهي.

جوڊيشنل حوالن سان گڏ هڪ ڪمرو آهي جنهن کي مندخانه چيو ويندو آهي اها جڳهه ڪم عمر قيدين لاءِ ناهي وئي آهي پر اتي صرف بااثر ماڻهن کي رکيو ويندو آهي جيڪي اتي رهڻ جو معقول معاوضو ادا ڪندا آهن. ڪم عمر قيدين کي ٻين سان رکيو ويندو آهي جتي انهن سان جنسي تشدد به ڪيو ويندو آهي اسان جي ملاقات جوڊيشنل حوالات ۾ اهڙن ڇوڪرن سان ٿي جن ٻڌايو ته هو ڪنهن ڪم سانگي بهاول نگر کان هت آيا ۽ پوليس ڪين آواره گردي جي ڏوهه ۾ بند ڪري ڇڏيو. هو پنهنجي گهروارن کي هي ٻڌائڻ کان مجبور آهن ته هو هتي بلاوجهه بند آهن. هو حوالات جي ٻين قيدين جا پير دٻائڻ ۽ سندن ٻيا ڪم ڪندا آهن پوءِ وڃي ڪين سمهڻ لاءِ جاءِ ملندي آهي چاڪاڻ جو هو خوش هئا ته ڪين ڪٿي ته سمهڻ جي جڳهه ملي، مان سندن گهر وارن کي اطلاع ڏنو ۽ هو آزاد ٿي گهر پهتا.

جوڊيشنل لاڪ اپ جي ليٽرين جو دروازو ناهي پٽ صرف 2 فوٽ آهي.

**سرگرم ڪارڪن**

**ٽنڊو**

## گرم ماني نه ڏيڻ تي جان ورتي

24 ڊسمبر 97 تي ٽنڊومحمد خان جي شوڪت ڪالوني ۾ هڪ شخص سعيد الرحمان پناڻ هوٽل جي ملازم 25 سالا نوجوان محمد ياسين کي گرم ماني نه ڏيڻ تي خنجرن سان مسلسل وار ڪري قتل ڪري ڇڏيو. مقامي ماڻهن قاتل کي پڪڙي پوليس جي حوالي ڪيو.

## 20 ڏينهن کان بجلي بند

جهوڪ ۾ ٽرانفارمر سڙي وڃڻ ۽ نئون ٽرانسفارمر نہ لڳڻ سبب شهر جي بجلي 20 ڏينهن کان بند آهي.

**سڪندر لعل**

### ٿرپارڪر

## مندر کي باھ لڳائڻ وارن خلاف ڪيس درج ڪيو ويو.

HRCP جي شڪايتي ۾ موضوع وهاڙو تعلقہ مٺي ضلع ٿرپارڪر کان پانچو ڀيل طرفان شڪايت ملي تہ سندس علائقي جي ذميدار قائم محمد شاھ 17 ڊسمبر 1997 تي 30 ساٿين سان گڏ ان جي ڳوٺ تي حملو ڪيو ۽ سندن گهرن تي فائرنگ ڪئي جيئن تہ گهڻا ماڻهو مال چارڻ لاءِ جهنگل ۽ ٻنين ڏي ويل هئا ان لاءِ ڪو جاني نقصان نہ ٿيو، پوءِ انهن ڀيل برادري جي گهرن لڳ "متا جي ديوي" جي مندر کي باھ لڳائي ڇڏي ۽ ان ۾ رکيل بت ٽوڙي وڌو، ٻہ ٽي مهينا اڳ سيد قائم محمد شاھ ڀيل برادري کي پيغام موڪليو هو تہ هو پنهنجو مندر ڪنهن ٻئي هنڌ منتقل ڪن. شڪايت سيل اها شڪايت سنڌ حڪومت کي موڪلي. سنڌ حڪومت جي سيڪريٽري ليٽر نمبر 6/159-50/EL-197 مورخ 16 جنوري 1998 تي اطلاع ڪيو تہ هن اها شڪايت ڊي سي ٿرپارڪر کي موڪلي آهي جنهن مذڪوره مندر جي سڙڻ واري واقعي جي تصديق ڪندي ٻڌايو تہ سيد قائم محمد شاھ ۽ 29 ٻين ماڻهن خلاف تعذيرات پاڪستان جي دفعات 337-H,114,436,295,149,148,147 هيٺ ڪيس نمبر 59/97 درج ڪيو ويو آهي، وڌيڪ ڪاروائي تفتيش کان پوءِ ٿيندي حڪومت سنڌ ڊپٽي ڪمشنر کي هدايت ڪئي آهي تہ ڀيل برادري ۽ مندر جي تحفظ لاءِ انتظام ڪن.

**سرگرم ڪارڪن**

### شاھ پور جهانيان

## بي گناھ ملازمن جي جبري برطرفي

ٽائون ڪميٽي جي 18 ملازمن کي جبري طور تي ملازمت کان برطرف ڪري ڇڏيو آهي. برطرف ملازمن جي اڪثريت صفائي جي عملي وارن جي آهي. هڪ برطرف ملازمن حاجي هارون بگو HRCP جي ڪارڪن کي ٻڌايو تہ ان کي ٽائون ڪميٽي يونين ٺاهڻ سبب برطرف ڪيو ويو آهي.

انساني حقن جي عالمي منشور جي دفعہ 23-4 هيٺ هر شخص کي پنهنجي مفادن جي بچاءَ لاءِ ٽريڊ يونين قائم ڪرڻ ۽ ان ۾ شريڪ ٿيڻ جو حق حاصل آهي.

**طاهر رسول، حسين بخش**

### ٽنڊو محمد خان

## رمضان ۾ ڪاٺ جا ٽانو ڌوئڻ بہ ڏوھ

شهر کان 15 ڪلو ميٽر بس اسٽاپ ٽانون ميل تي هڪ هوٽل آهي، ڪجهہ ڏينهن پهريون سحري ڪاڌو نامي نوڪر هليا ويا. صرف هڪ شخص احمد خان هوٽل بند ڪري ٻاهر ٽانو صاف ڪري رهيو هو تہ اچانڪ پوليس اچي وئي، احمد خان تي الزام لڳايو تہ هو رمضان جي مهيني ۾ هوٽل هلائي رهيو هو جيڪو هڪ ڏوھ آهي. پوليس جمعدار سپاهين کي حڪم ڏنو تہ احمد خان کي گرفتار ڪيو وڃي جنهن تي احمد خان وراڻيو تہ هوٽل تہ بند پئي آهي ۽ هو صرف ٽانو صاف ڪري رهيو آهي، ڇا رمضان جي مهيني ۾ ٽانو صاف ڪرڻ ڏوھ آهي؟ پوليس سندس هڪ نہ ٻڌي ۽ سندس شاهد ڪريم ٿاٽي ۾ بغير FIR درج ڪرڻ تي حوالات ۾ بند ڪري ڇڏي، ڇڏيس هوٽل مالڪ محمد عرس ڪيس ڇڏائڻ لاءِ پوليس ڏي ويو تہ عيد خرچي نہ ڏيڻ تي ان کي بند ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن 2000 روپيہ ڏيڻ کان پوءِ ٻنهي کي آزاد ڪري ڇڏيو ٻنهي وٽ ڪيس ۾ جيئترا بہ پنسا هئا اهي بہ پوليس وارن زبردستي ڦري ورتا- احمد خان ۽ محمد عرس ٻڌايو تہ انهن تي ڪو تشدد نہ ڪيو ويو آهي.

**بشير احمد ساٿيو**

### ناٿا

## 5 انسان زندگي جي حق کان محروم

اڄ کان 60 سال پهرين عبدالنذير جي ڏاڏي عطا خان کي ان پائرن ڏي جو رشتو نہ ڏيڻ تي گولي هڻي ماري ڇڏيو هو. عبدل نذير جي والد وزير باغ شير بهادر کي جمرود بازار ۾ 1987 ۾ ان لاءِ گولي هڻي ماري ڇڏيو هو جو شير بهادر جي ڏاڏي وزير باغ جي ڏاڏي کي قتل ڪيو هو. شير بهادر سان گڏ جمرود بازار جو هڪ دوڪاندار امير خان جو پٽ بہ گولين جي زد ۾ اچي ويو هو ۽ موقعي تي مارجي ويو ان کان پوءِ امير خان وزير باغ جي پيءُ مثل خان کي گولي هڻي ماري ڇڏيو.

وزير باغ سعودي عرب هليو ويو. 11/1/98 تي شير بهادر جي پٽ وزير باغ جي پٽ عبدل نذير کي گولي هڻي ماري ڇڏيو. هو پنهنجي پٺيان هڪ بيوھ ۽ ٻہ ٻار ڇڏي ويو. انهن 60 سالن ۾ 5 ماڻهو زندگي کان محروم ڪيا ويا جيڪي انساني حقن جي عالمي منشور جي دفعہ نمبر جي خلاف ورزي آهي.

**زر لطيف آفريدي**

انساني زندگي جي ان حق تلفي کي روڪڻ لاءِ قبائلي علائقن سان تعلق رکندڙ انساني حقن جي تحفظ ۾ يقين رکندڙ ڇا ٿا ڪري سگهن؟ ان تي قبائل کي دانشور ۽ دردمند قبائلي باشندا جهد حق کي پنهنجي راءِ کان آگاھ ڪري ادارت ڪر گذار رهندو.

### ٿــل

## "ٽرانسپورٽرن" جي جنگ 12 فوت، 16 زخمي

مورخ 4 جنوري جي صبح ٿل شهر ۾ جکراڻي ۽ مري قبيلي جي ٽرانسپورٽرن وچ ۾ ٽرانسپورٽ تي جهڳڙو ٿي پيو جنهن ۾ 2 نوجوان فوت ۽ 16 زخمي ٿي پيا.

ڪنڌ ڪوٽ، جيڪب آباد روڊ تي جکراڻي ٽرانسپورٽ ۽ مري ٽرانسپورٽ جي ماڻهن جي وچ ۾ مقامي ويگن اسٽينڊ تي گاڏين جي وقت تي پهريان تلخ ڪلامي ۽ پوءِ اندڌاڌنڌ فائرنگ شروع ٿي. جکراڻي ٽرانسپورٽ جي صدر جو ڀائيٽيو 26 سالا نور محمد جکراڻي ۽ مري ٽرانسپورٽ جو هڪ فرد 28 سالا در محمد موقعي تي مارجي ويا، جڏهن تہ عبدالنبي، عبداللطيف، اسلم، الياس، رفيق ۽ ڪريم بخش سان گڏ ڪيترا ٻيا راھ گير ان فائرنگ جي زد ۾ اچي ويا. ڪل 16 ماڻهو زخمي ٿي پيا.

فائرنگ ڪو هڪ ڪلاڪ جاري رهي مگر پوليس ڪا مداخلت نہ ڪئي. هڪ ڪلاڪ کان پوءِ پوليس اچي جکراڻي قبيلي جي 16 ۽ مري قبيلي جي 6 ماڻهن کي گرفتار ڪري ورتو ۽ هٿيار برآمد ڪري ورتا ۽ ٻنهي طرفن جون گاڏيون قبضي ۾ ڪري ورتيون، ان حادثي کان پوءِ حالتون ڪشيده آهن. ٻنهي قبيلن ۾ خون خرابي جو امڪان آهي،ٻنهي طرفان گاڏين ۾ انهن جا ماڻهو ڪونہ ڪو اسلحو کڻي گهمن ٿا جنهن سان غير متعلق سوارين جي زندگين کي خطرو رهي ٿو.

**امداد ڪوسو**

# جيل جو دورو ڪندڙ سرگرم ڪارڪنن لاءِ چند ضروري هدايتون

سيد افتخار علي

قيد خاني ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ هر فرد انفرادي آزادي، اختيار ۽ خواهش جي حق کان محروم ٿي وڃي ٿو، هر فرد کي قيد خاني ۾ هر اهو ڪم ڪرائڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي جيڪو ان جي مرضي جي خلاف هوندو آهي ۽ سندس خواهش جي ابتڙ هوندو آهي. جيستائين هو قيد خاني ۾ هوندو اهي ان جي تمام حرڪت ۽ چرپر قيدخاني جي عملي جي، مرضي ۽ منشا مطابق هوندي آهي. قيد دوران انهن ماڻهن جي ذهني و جسماني صحت کي خطرا درپيش رهن ٿا جڏهن ته انهن تڪليفن کي ختم ڪرڻ باانصاف تائين پهچ هر قيدي لاءِ مشڪل ڪم آهي. قيدين جي وڏي تعداد اهڙي به آهي جن کي تمام ظلم ۽ زيادتي خاموشي سان برداشت ڪرڻو پوندو آهي

بنيادي حق ۽ معاشرتي زندگي کان محروم انهن ماڻهن جو دفاع انساني حقن جي تنظيمن ۽ انهن جي سرگرم ڪارڪنن جو بنيادي فرض آهي.

بين الاقوامي سطح تي هن وقت تائين 6 معاهدا موجود آهن جن ۾ قيدين تي ظالمانه، اذيت آميز ڪاروائين کي غيرقانوني ۽ غير اخلاقي قرار ڏنو ويو آهي. جڏهن ته ڪوڙ ساريون تنظيمون سرگرم عمل آهن جيڪي قيدين کي انهن جو حق ڏيارڻ لاءِ پنهجو اهم ڪردار ادا ڪري رهيون آهن هيٺ اسين انساني حقن جي سرگرم ڪارڪن جي معلومات ۽ رهنمائي لاءِ ڪجهه اهم نقطا بيان ڪري رهيا آهيون جن جي مدد سان جيل جي دوري کي ڪاميابي سان مڪمل ڪري سگهجي ٿو ۽ گهٽ ۾ گهٽ وقت تي و ڌ کان وڌ معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي، ان ڄاڻ جي حصول جو مقصد هي آهي ته اصل حقيقتن کي منظر عام تي آندو وڃي ته جيئن قيدين ۾ موجود ماڻهن جو آواز معاشري جي ٻين حلقن تائين به پهچائي سگهجي.

## اهم نقطا

1. انفرادي دورو
2. گروپ جي صورت ۾ دورو

1. انفرادي دورو

جڏهن ڪو سرگرم ڪارڪن انفرادي طور تي دورو ڪري ٿو ته هو هيٺ ڏنل معاملن تي ڀرپور غور ڪري.

1. جيل جي باري ۾ معلومات ۽ جيل

هر فرد کي قيد خاني ۾ هر اهو ڪم ڪرائڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي جيڪو ان جي مرضي جي خلاف هوندو آهي ۽ سندس خواهش جي ابتڙ هوندو آهي. جيستائين هو قيد خاني ۾ هوندو اهي ان جي تمام حرڪت ۽ چرپر قيدخاني جي عملي جي مرضي ۽ منشا مطابق هوندي آهي. قيد دوران انهن ماڻهن جي ذهني و جسماني صحت کي خطرا درپيش رهن ٿا جڏهن ته انهن تڪليفن کي ختم ڪرڻ باانصاف تائين پهچ هر قيدي لاءِ مشڪل ڪم آهي. قيدين جي وڏي تعداد اهڙي به آهي جن کي تمام ظلم ۽ زيادتي خاموشي سان برداشت ڪرڻو پوندو آهي

خاني جي قائدن ۽ ضابطن کان آگاهي.

2. جيل دوري جي ڄاڻايل آفيسرن کان جازت نامون.
3. جيل آفيسرن کان پڇندڙ سوال
4. وقت جي ورهاست

1. جڏهن ڪو به ميمبر جيل جي دوري جو پروگرام ٺاهي ته ضروري آهي ته هو جيل جو انتخاب ڀرپور ڪري ۽ چونڊ ڪرڻ وقت هن ڳالهه جو خيال رکي ته آيا مخصوص وقت ۾ هو ڄاڻايل جيل جو دورو مڪمل ڪري به سگهندو يا نه. ان کان علاوه ڄاڻايل جيل ڪهڙي هنڌ واقع آهي؟ ڪڏهن ٺاهيو ويو؟ قيدين جي مخصوص ڪيل گنجائش، ان وقت جيل ۾ موجود قيدين جي تعداد، گنجائش ۽ موجوده تعداد ۾ فرق جا قائد لاءِ ضابطن کان به آگاهي ضروري آهي.
2. صوبائي حڪومت جي داخلا کاتي طرفان يا آءِ. جي جيل طرفان حاصل ڪيل اجازت نامون به ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ڄاڻايل اجازت نامي بغير جيل آفيسر جيل جو دورو ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندا. هن ڳالهه جو به ڌيان رکڻ ضروري آهي ته اجازت نامي جو وقت ڪيترو مقرر آهي. جيڪڏهن اجازت نامي مقرر وقت کان وڌيڪ هوندو تڏهن به جيل دوري جيل اجازت نه هوندي.
3. جڏهن جيل دورو ڪرڻو هجي ته ڀرپور ٿي بنيادي سوال تيار ڪري ونجن جيڪي جيل آفيسرن کان پڇڻا هوندا. جيڪي معلومات جي حصول لاءِ نهايت اهم هوندا آهن. جڏهن ته دوري دوران موقعي تي به معلومات حاصل ڪجي. بنيادي سوالن ۾ جيل جي معرض وجود اچڻ جي تاريخ، جيل اندر گنجائش ۽ تعداد ۽ ڏوهن جي نوعيت جي حساب سان قيدين جي ورهاست، قيدين لاءِ موجود سهولتون، انهن جي خوراڪ جي تياري ۽ ورهاست، طبي سهولتون، ڊاڪٽرن جو تعداد، عورت قيدينکي ملندڙ سهولتون، ٻارن لاءِ تعليم جو انتظام، قيدين سان ملاقات جا وقت ۽ ملاقات لاءِ مخصوص ڏينهن، خصوصي قيدين مثال طور غير ملڪي قيدين، ذهني جسماني مرضن ۾ ڦاٿل قيدي، سزائي موت جا قيدي، قيدي ٻار ۽ ٻين قيدين جي موجود حالت قيدين کي جيل حڪام جي توسط سان ڄاڻايل عدالتن ۾ اپيل وغيره اهم آهن.
4. جيل جي دوري کي اهڙي طرح ترتيب ڏنو وڃي جو گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾ وڌ کان وڌ قيدين سان ملي سگهجي ۽ معلومات حاصل ڪري سگهجي. ان مقصد لاءِ ضروري آهي ته توهان ڀرپور جيل آفيسرن سان ملي جيل ۾ قيدين جي ورهاست جو عام طور انهن جي ڏوهه جي حساب سان ڪئي ويندي آهي. معلوم ڪريو ۽ پنهنجي دوري کي ان حساب سان ترتيب ڏيو، جيڪڏهن ڄاڻايل جيل آفيسر توهان کي اجازت ڏين ته توهان دوري دوران ڄاڻ کي رڪارڊ ۾ محفوظ ڪري ڏنو ۽ فوٽو ۽

ڪڍي وٺو جيڪي رپورٽ ٺاهڻ ۾ اهم ثابت ٿيندا آهن.

## گروپ جي صورت ۾ هدايتون

1. گروپ جي تياري
2. جيل دوري جو اجازت نامون
3. ليڊر جي چوند
4. فرض جي ورهاست ۽ جيل دوري جي پلاننگ
5. جيل دوري بعد ميٽنگ
6. رپورٽ جي تياري

### 1. گروپ جي تياري

گروپ جي صورت ۾ جيل جو دورو ڪرڻ وقت سڀ کان پهرين هڪ گروپ تيار ڪيو وڃي. عام طور تي ستن کان ڏهن ماڻهن جو گروپ هڪ مناسب گروپ هوندو آهي. گروپ تيار ڪرڻ وقت هن ڳالهه جو ڌيان رکيو وڃي ته ان ۾ مختلف زندگي جي مختلف شعبن سان واسطو رکندڙ ماڻهو شامل ڪيا وڃن مثال طور وڪيل، ڊاڪٽر، ماهر نفسيات، انساني حقن جا نمائندا، صحافي ۽ عورتون وغيره. جنهن گروپ ۾ ماڻهن جو تعداد مختلف شعبن سان هوندو اهو گروپ بهتر نتيجا گڏ ڪرڻ ۾ ڪامياب ويندو، هن ڳالهه جي به ڪوشش ڪئي وڃي ته گروپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه ماڻهو اهڙا هجن جيڪي مقامي زبان کان واقف هجن.

### 2. گروپ جي دوري لاءِ اجازت ناما:

صوبائي حڪومت داخلا کاتي يا آءِ جي جيل سان گروپ جي دوري جي اجازت حاصل ڪري سگهجي ٿي. هن ڳالهه جو ڌيان رکيو وڃي ته جيل جو دورو ڏنل وقت

### 3. گروپ لاءِ هڪ ليڊر جو انتخاب:

گروپ جي دوري لاءِ مناسب آهي ته هڪ ليڊر جي چوند ڪئي وڃي جيڪو دوري دوران جيل آفيسرن سان ڳالهه ٻولهه ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ساٿين جو تعارف ڪرائي، پنهنجي ڪم جي نوعيت، مقصد ۽ اهميت بيان ڪري ليڊر جي چوند گروپ جا تمام ميمبر گڏيل مشوري سان ڪن ۽ ڪوشش ڪن ته اهڙو ليڊر هجي جيڪو مقامي زبان کان واقف هجي.

### 4. فرض جي ورهاست ۽ جيل دوري جي پلاننگ:

جيل دورو ڪرڻ کان پهرين گروپ جا تمام ميمبر پنهنجا پنهنجا فرض ۽ ذميواريون طئي ڪن ته جيئن دوري دوران ڪنهن قسم جي پريشانين کان بچي سگهجي. جيل جي گنجائش ۽ قيدين جي تعداد جي مدنظر گروپ جي ٻن حصن ۾ به ورهائي سگهجي ٿو ته جيئن گهٽ وقت ۾ وڌيڪ جاچ حالت ڪري سگهجي مثال طور ڪو ميمبر سوال ڪري ته ٻيو قيدين جا جواب نوٽ ڪري، اهڙي طرح ڪو ميمبر قيدين جي سيل جو جائزو وٺي ڪو ٻيو فرد قيدين لاءِ تيار ٿيندڙ خوراڪ جو جائزو وٺي ۽ڪوشش ڪري ته ان کي سنئي نموني چيڪ ڪري ته اها ڪهڙي طرح پچائي وڃي ٿي ۽ ماني ۽ نان وغيره ڪچا، يا سڙيل ته ناهن، اهڙي طرح ڪو ٻيو فرد قيدين جي سيل ۾ موجود ونجهڻ، ڌوئڻ ۽ ليٽرين جي انتظامن جو جائزو وٺي، هي به معلوم ڪرڻ گهرجي ته پورهئي جون ڪهڙيون ڪهڙيون صورتون آهن ۽ قيدي کي مهينو ليبر ڪيتري رقم ادا ڪئي ويندي آهي.

جيڪڏهن جيل آفيسر فوٽو ڪڍڻ، ٽيپ رڪارڊ وٺي وڃڻ جي اجازت ڏين ته ڪو ٻيو ساٿي قيدين جي ڳالهه ٻولهه رڪارڊ ڪري ۽ فوٽو ڪڍي.

ڊاڪٽر حضرات قيدين جي صحت جو جائز وٺن ۽ هن ڳالهه جو خاص طور جائزو وٺن ته ڪٿي جيل آفيسر قيدين کي اذيت آميز ڪاروائين جو نشانو ته نٿا بنائن يا قيدين جي سيل ۾ ڪا خارش واري بيماري نه ڦهلجي رهي آهي ۽ انهن سان گڏ قيدين کي ڏنل طبي سهولتن جي نوعيت ڇا آهي. ان سان گڏ هو جيل ڊسپينسري جو به [illegible] علاوه جيڪڏهن ماهر نفسيات گروپ ۾ هجي ته هو قيدين جي ذهني صحت جو جائز وٺن ۽ جيڪڏهن ڪو فرد ڪنهن ذهني بيماري ۾ مبتلا هجي ته ان لاءِ فراهم ڪيل سهولتن جي نوعيت ڇا آهي ورنه هي ڪم گروپ ۾ موجود ڊاڪٽر به سرانجام ڏئي سگهي ٿو، وڪيل حضرات جيڪي گروپ ۾ موجود هجن هن ڳالهه جو جائزو وٺن ته قيدين کي انهن جي دفاع لاءِ ڇا قانوني سهولتون ڏنل آهن ۽ قيدين کي انهن جي وڪيلن سان ملاقات وغيره جا ڇا طريقا ڪار رائج آهن. هڪ ٻيو اهم نقطو ته آيا قيدين کي جيل حڪام جي توسط سان متعلقه عدالتن ۾ اپيل يا درخواست وغيره تي عمل درآمد ٿي رهيو آهي يا نه قيدين کي انهن جي مٽن مائٽن سان ملاقات انهن جي خطن پهچڻ جي انتظامن جي نوعيت ڇا آهي؟ ملاقات جا وقت ڇا آهن؟ ۽ هفتي ۾ ڪيترا ڏينهن ملاقات جي اجازت آهي؟

قيدين کي ڏينهن ۾ ڪيترو وقت انهن جي ترسيل کان ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي جڏهن ته سيل جو دورو ڪرڻ به ضروري آهي جت قدين کي سزا طور بند ڪيو ويندو آهي هن ڳالهه جو به جائزو ورتو وڃي ته آيا قيدين کي ٻيڙيون يا هٿ ڪڙيون يا اهڙي قسم جي ڪاشين ته ٻڌل ناهي. جيڪڏهن ائين آهي ته ان جو ڇا سبب آهي. عورت قيدين جي سيل ۽ ٻين قيدين جا سيل ڪيترو ٻري آهن ۽ حفاظت جا انتظام آهن اهڙ طرح ملزم عورتون (مائرون) سان رهندڙ ٻارن جو تعداد ۽ انهن ٻارن کي ملندڙ سهولتيون ڇا آهن. هن ڳالهه جوبه جائزو وٺڻ ضروري آهي ته جيل مينوئل ۾ درج قيدين کي سهولتون فراهم ڪيون ويون آهن يا نه.

قيد ۾ موجود ٻارن جي حالت زار جو جائزو وٺڻ به ڏاڍو ضروري آهي ڇاڪاڻ ته هي قيدين جو اهو گروپ آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ ظلم ۽ زيادتن جو الڳ سيل آهي يا نه جڏهن ته ان سيل ۾ ٻارن جو تعداد ڪيترو آهي. ۽ انهن جي تعليم لاءِ ڪهڙا انتظام ڪيا ويا آهن

جيل جو دورو ڪرڻ کان پهرين يا پوءِ جيل حڪام کان قيدين جي حاضري وغيره جي رجسٽر به چيڪ ڪن ۽ ان ۾ تحرير ڪيل

هجن ته ايندڙ دورو جيل آفيسرن کي اڳواٽ اطلاع ڏيڻ بغير ڪيو ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ ٻيهر ڪيو ته جيئن اصل حقيقتون معلوم ڪري سگهو.

قيدين سان ملاقات ڪرڻ وقت هي به معلوم ڪيو ته گذريل ٽن مهينن ۾ ڪهڙا ڪهڙا آفيسر مثال طور آءِ جي جيل، سيڪريٽري داخلا کاتو، صوبائي وزير جيل ۽ متعلقه ڊي سي، اسسٽنٽ ڪمشنر جيل جو دورو ڪيو آهي جڏهن ته جيل سپرنٽينڊنٽ جي جيل اندر دوري جا وقت

ڇا آهن. جيل جو دورو مڪمل ڪري جيل آفيسرن سان به ملاقات ڪئي وڃي ۽ انهن کي پيش ايندڙ مسئلن بابت پڇيو وڃي جن جو اڻ سڌي طرح ڪجهه صورتن ۾ قيدين تي سڌو سنئون اثر پوي ٿو. انهن مشڪلاتن جا سبب ۽ انهن کي پري ڪرڻ جي باري ۾ جيل آفيسرن جون تجويزون به نوٽ ڪيو.

جيل آفيسرن کان انهن جي تربيت جي باري ۾ پڇيو وڃي ته ڪيتري عرصي ۾ انهن کي بيهر تربيت مهيا ڪئي ويندي آهي ۽ اهڙن تربيتي مرڪزن جو تعداد انهن علائقن ۾ ڪيترو آهي؟ وڌيڪ هي ته جيڪا تربيت هو حاصل ڪن ٿا انهن جو اطلاق ممڪن آهي يا نه؟

**5- جيل دورو ڪرڻ بعد گروپ ميٽنگ:**

جيل دورو ڪرڻ بعد گروپ جي سيني ميمبرن کي گهرجي ته هو پنهنجا مشاهدا بيان ڪن. مناسب هي ته انهن سيني مشاهدن کي فوري طور لکي وٺجي ته جيئن نندي ڳالهه به لکجي وڃي.

**6- رپورٽ جي تياري:**

آخر ۾ سيني ماڻهن کي گهرجي ته هو پنهنجا پنهنجا مشاهدا انفرادي طور تحرير ڪن، انفرادي شاهدن کي تحرير ڪرڻ کان پوءِ گروپ جي گڏيل رپورٽ تيار ڪئي وڃي.

**دوري دوران ممڪن مشڪلاتون:**

1- وقت جي کوٽ
2- انفرادي طور يا گروپ جي صورت ۾ ڳالهيون طئه ڪرڻ بغير دورو ڪرڻ
3- ڪنهن به گائيڊ يا ليڊر جو انتخاب نه ڪرڻ
4- گروپ جي ميمبرن ۾ فرض ذميداريون نه ورهائڻ
5- قيدين سان دوستاڻو ۽ همدردانو رشتو نه رکڻ
6- انساني واخلاقي قدرن جي پاسداري نه ڪرڻ

1- وقت جي کوٽ: جيڪڏهن وقت جي مناسب تقسيم نه ڪئي وڃي ته ان صرت ۾ مشڪل پيش اچي سگهي ٿي. ان لاءِ ضروري آهي ته جڏهن توهان وٽ جيل ۾ موجود قيدين جو تعداد ۽ سيل، جنهن ۾ قيدين کي رکيو ويندو آهي، ان جو تعداد معلوم ٿي وڃي ته توهان پنهنجي مقرر ڪيل وقت جي مناسبت سان ان کي تقسيم ڪريو ۽ ان کي تقسيم ڪندي قيدين جو تعداد ۽ سيل جي تعداد کي مدنظر رکي جيڪڏهن ائين ڪيو ويندو ته توهان جي معلومات ناممڪن هوندي.

2- انفرادي طور يا گروپ جي صورت ۾ ڳالهيون طئه ڪرڻ بغير دورو ڪرڻ

جڏهن به انفرادي طور يا گروپ جي صورت جيل جو دورو ڪرڻ ضروري هجي ته ان لاءِ توهان سڀ کان پهرين تياري ڪري وڃو، يعني سوال طئه ڪري وڃو. جيل متعلق جيتري به معلومات حاصل ٿي سگهي ٿي حاصل ڪري وٺو توهان جو وقت به بچي ويندو ۽ توهان جي ذهن ۾ خاڪو به تيار ٿي ويندو.

3- ڪنهن گائيڊ يا ليڊر جي چونڊ نه ڪرڻ

جيڪڏهن گروپ جي دوري جي صورت ۾ گائيڊ يا ليڊر جي چونڊ نه ڪئي ويندي ته دوري دوران ڏکيائي پيش ايندي. جنهن ۾ گروپ جو تعارف ڪرائڻ، ڪم جي نوعيت، اهميت وغيره سان ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي. ان صورت ۾ جيل آفيسرن لاءِ ڏکيائي پيش ايندي ته هو ڪنهن سان رابطو ڪن.

4- گروپ ميمبرن ۾ فرض يا ذميداريون تقسيم نه ڪرڻ

جڏهن گروپ جي دوري جي صورت انهن جا فرض ۽ ذميداريون نه ورهايون وڃن ته گهٽ معلومات حاصل ٿينديون. جنهن ۾ وقت به گهٽ صرف ٿيندو.

5- قيدين سان دوستاڻو ۽ همدردانو رويو نه رکڻ:

قيدين سان ملاقات دوران انهن سان همدردانه ۽ دوستاڻو رشتو رکڻ ضروري آهي نه ته قيدي توهان سان ڳالهائيندي گهبرائيندو ۽ هڪ باهمي فاصلو برقرار رهندو. جڏهن توهان انهن سان هڪ دوست ۽ همدرد جي حيثيت سان ڳالهائيندو ته هو پنهنجي تڪليفن کان به توهان کي آگاهه ڪندو.

6- انساني ۽ اخلاقي قدرن جي پاسداري:

دوري دوران هن ڳالهه جي انفرادي يا گروپ جي صورت ۾ ڌيان رکڻ ضروري آهي ته انساني ۽ اخلاقي قدرن جي پاسداري ڪئي وڃي. قيدين سان هڪ دوست ۽ هڪ همدرد جي صورت ۾ ملڻ گهرجي. قيدين کي ڪنهن به مخصوص لفظن يا نالن تي متوجهه نه ڪيو وڃي پر انهن کي اصل نالن سان ئي پڪاريو وڃي.

( حوالن لاءِ اسين انگريزي رسالي " ٽارچر" 1997 ضميمي 8 جا شڪر گذار آهيون)

## ڪراچي

### ايدهي اسپتال تي قبضو

گذريل ڏينهن مختلف اخبارن ۾ مولانا عبدالستار ايدهي ۽ اُن جي مخالفت ۾ مولانا عثمان جا بيان شآيع ٿيا. جن ۾ مولانا عبدالستار ايدهي چيو ته هڪ مذهبي تنظيم ان جي هڪ اسپتال جنهن جو تازو افتتاح ٿيڻو هو، قبضو ڪري ورتو آهي، ۽ انهن کي مولانا فضل الرحمان جي حمايت حاصل آهي. ٻئي طرف مولانا عثمان چيو ته اها بلڊنگ سندس آهي ۽ ايدهي سينٽر جي ڪا بلڊنگ بلوچستان ۾ ناهي پر هو ته ڪڏهن هيڏانهن آيو به ناهي.

مذڪوره عمارت اسماعيل ايدهي جي هئي جيڪو هڪ واپاري آهي. هن اها عمارت فلاحي ڪمن لاءِ تعمير ڪرائي هئي، جنهن تي تقريباً اڍائي ڪروڙ خرچ ٿيا آهن. ان عمارت ۾ اسپتال لاءِ خريد ڪيل سامان جي ماليت ٨ لکن روپين جي لڳ ڀڳ آهي.

اسماعيل ايدهي کان عمارت جو هڪ ننڍو حصو ان علائقي جي ماڻهن پنهنجي ٻارن جي ديني تعليم لاءِ حاصل ڪيو هو پر ان جو ڪو ڪرايو مقرر نه ڪيو ويو هو. اسماعيل ايدهي ٻارن جي تعليم جو خرچ به پريندو هو. تقريبا 000/ 1.40.= روپيه هر مهيني جو خرچ هو. اسماعيل ايدهي جڏهن هي ڏٺو ته اتي صرف 8 يا 10 ٻار زير تعليم آهن ۽ ان جو خرچ ايترو آهي ته ڪيس ڏاڍي مايوسي ٿي ان ڪري هن مذڪوره مارت مولانا عبدالستار ايدهي کي باقائده رجسٽرار جي سامهون ايدهي فائونڊيشن جي حوالي ڪري ڇڏي.

هي ڳالهه انهن قابض عالمن جي گروپ کي پسند نه آئي ۽ هنن ان عمارت تي قبضو ڪري ورتو. ان سلسلي ۾ بلوچستان هاءِ ڪورٽ ۾ مولانا عبدالستار ايدهي طرفان هڪ رٽ درخواست داخل ڪرائي وئي آهي.

عبدالحئي

بدين

# مسئلا منهنجي شهر جا

هي ضلعو جنتي نيل ۽ گنس پيدا ٿي ٿي ۽ شوگر ملز ڪري شوگر سيز (Sugar Cess) فنڊ ۾ حاصل ٿيندو آهي. هن ضلعي جو عوام بنيادي سهولتن کان محروم آهي. مختصر طور تي چند اهم مسئلا پيش ڪيا پيا وڃن.

**1- پيئڻ جي پاڻي جو مسئلو:**

پيئڻ جي پاڻي جو مسئلو شهري عوام جو پراڻو مسئلو آهي. هر دور ۾ حڪمران ايم اين اي ۽ ايم پي اي وعدا ڪندا آهن ته هي مسئلو جلد حل ٿي ويندو پر 50 سالن گذري وڃڻ جي باوجود بدين جي رهواسين لاءِ پيئڻ جو صاف پاڻي به ميسر ناهي. پر حقيقت هي آهي ته شهر هي ڪجهه علائقن جو عورتون، مرد ۽ ٻار ٿانو کڻي پري پري کان پاڻي آڻيندا آهن.

**2- صحت جو مسئلو:**

هن علائقي ڪيترن قسمن جون بيماريون موجود آهن. شهر ۾ هڪ سول اسپتال ۽ هڪ سٽي اوي ڊي سي وارڊ آهي. سرڪاري اسپتال يعني سول اسپتال جو ته هي حال آهي جو ڪڏهن ڪڏهن نانگ جو ڏنگيل ماڻهو انجيڪشن نه لڳڻ سبب مري وڃي ۽ جڏهن اسپتال جي عملي کان پڇيو ويندو آهي ته جواب هي ملندو آهي ته اسان وٽ انجيڪشن ختم ٿي چڪي آهي. نتيجي ۾ خانگي ميڊيڪل اسٽورن تان خريد ڪرڻي پوندي آهي. پر ڪي غريب تڙپي تڙپي خدا کي پيارا ٿي ويندا آهن. بدين جيڪو ضلعي هيڊ ڪوارٽر به آهي. ان جي وڏي اسپتال ۾ دل جي مريضن جو ڪو ڊاڪٽر موجود ڪونهي. مريضن کي اعلاج لاءِ حيدرآباد وڃڻو پوندو آهي. جتي سڀ مريض نٿا پهچي سگهن.

**3- تعليم جو مسئلو:**

شهري ڇوڪرين لاءِ هڪ هاءِ اسڪول آهي. 1994 ۾ به ميل اسڪول ناهيا ويا. هاءِ اسڪول جي ڪجهه ڪلاسن ۾ 130 شاگرد هوندا آهن. جن کي 40 منٽن جي پيرڊ ۾ پڙهائڻ ڪنهن به استاد جي وس ۾ ناهي هوندو.

ڇوڪرين جا 2 مڊل اسڪول آهن. جن مان هڪ ايگرو ول ڪالوني 2 پرائمري اسڪول جي عمارت ۾ هلي رهيو آهي. جنهن ۾ 10 کان به گهٽ شاگرد داخل آهن. ٻيو مڊل اسڪول (جنهن کي هاءِ اسڪول جي شاخ جو درجو ڏنو ويو آهي.) غريب آباد علائقي ۾ آهي هي اسڪول به پرائمري اسڪول جي عمارت ۾ هلي رهيو آهي. پرائمري اسڪول جي عمارت ۾ ڪل ان ڪلاس روم ۽ هڪ هيڊ ماسٽر جي آفيس آهي. هن عمارت ۾ صبح جي وقت بوائز پرائمري اسڪول هلندو آهي. ڪلاس روم ننڍا آهن جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ 40 شاگرد هوندا آهن. استادن ۽ شاگردن ٻنهي کي تڪليف ٿيندي آهي. ان جي باوجود اسڪول جي عمارت ۾ وڌيڪ نه ٺا ٺهرايا وڃن.

شهر ۾ ٻيا به پرائمري اسڪول به آهن، پر ڪن ۾ شاگردن جي ويهڻ لاءِ ڪلاس روم موجود ناهن. هڪ پرائمري اسڪول حاجي خميسو پٽي رستي کان پري ويران هنڌ تي ٺاهيو ويو آهي. جنهن جي آس پاس ڪا آبادي ناهي ۽ اسڪول جو رستو به نيڪ ناهي. برسات جي موسم ۾ استاد ۽ شاگرد پنهنجون جيتريون هٿن ۾ کڻي اسڪول پهچندا آهن، نتيجي ۾ وڏي ايراضي واري اسڪول ۾ 5 ڪلاس روم ۽ هيڊ ماسٽر واري آفيس جي اسڪول 100 کان به گهٽ شاگرد داخل آهن. هي اسڪول 1992 ۾ قائم ٿيو هو.

**4- بدين شهر جا رستا:**

شهر جي رستن، گلين، ۽ روڊن جي حالت قابل رحم آهي. بازار ڪچري سان ڀريل آهي. مهينو مهينو صفائي نه ٿي ٿئي. وڏا وڏا کڏا آهن جيڪي برسات جي موسم ۾ تلائن جو منظر پيش ڪن ٿا.

**5- ڊرينيج و نظام:**

هتي جو ڊرينيج سسٽم به خوب آهي. نالا ابتا وهن ٿا. ڪجهه نالين کي ته شهري خود صاف ڪندا آهن. پر اڪثر علائقن ۾ ته نالين جو ڪو وجود ئي ناهي. هڪ جو هر ناهيل جنهن ۾ خراب پاڻي ڪڍڻ لاءِ هڪ مشين رکيل آهي، جيڪا پلانٽ مان پاڻي ڪڍي نالن ۾ موڪليندي آهي ۽ پوءِ وڌيڪ مقدار ۾ نالي جو پاڻي واپس موٽي ايندو آهي.

اميد ڪئي پئي وڃي ته انهن مسئلن جو HRCP ضرور نوٽيس وٺندي جنهن سان ماڻهو انساني حق ملي سگهندا.)

**احمد خان پرڪرڙي**

(محترم: HRCP جي نوٽيس وٺڻ جي نه، بدين ۾ رهندڙن لاءِ انسانن جي مسلسل گڏيل ۽ منظم ڪوششن سان ئي انساني حق حاصل ٿي سگهن ٿا. ادارو)

ڪنڊو محمد خان

## سرگرم ڪارڪنن جو اجلاس



مقامي سماجي تنظيم هيومن ويلفيئر ايسوسيئيشن HRCP جي سنڌ ٽاسڪ فورس جي تعاون سان انساني حقن ۾ دلچسپي وٺندڙ سرگرم ڪارڪنن جي هڪ ميٽنگ منعقد ڪئي جنهن ۾ ٽاسڪ فورس جو ڪو آرڊينيٽر شڪيل پٺاڻ ۽ پروفيسر امداد سومرو کان علاوه مقامي ايسوسيئيشن جي ڊاڪٽر محمد صادق، ميمڻ گورڌن داس لهاڻو، ظهور نبي شاهه، نور علي پاشا، محمد علي ميمڻ، رضوان کتري، اشفاق ميمڻ، يادري فيروز مسيح، يعقوب لطيف سومرو، نصر الله ميمڻ" رزاق ميمڻ، روشن علي خاصخيلي، صداقت علي سومرو، اقبال سائل، قاضي عمير علي ۽ ٻين شرڪت ڪئي.

شريڪن مقامي مسئلن ۾ ٻارن کان پورهيو عورتن جي خلاف ورزي، فوجي شوگر ملز جي دونهين سان آلودگي خاص ڪري اکين جي بيماري، جاگيرداري نظام جو تسلط، تعليم، بجلي، صاف پاڻي جي کوٽ ۽ منشيات جي وڪري جي نشاندهي ڪئي وئي.

اجلاس دوران سائين مسئلن جي حل لاءِ گڏيل ڪوششون ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

**فدا محي الدين**

## لاڑڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ ورڪشاپ ھڪ رپورٽ

پاڪستان ڪميشن برائي انساني حق HRCP جي سنڌ ٽاسڪ فورس ڊسمبر 1997 دوران لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ ٻه روزه ورڪشاپ منعقد ڪيون. انهن ورڪشاپ جو مقصد انساني حقن جي باري ۾ آهي. پيدا ڪرڻ ۽ شمالي سنڌ جي علائقن ۾ انساني حقن جي خلاف ورزين کان آگاهه ڪرڻ هو.

سال 1998 دوران HRCP جي هي ڪوشش هوندي ته انساني حقن لاءِ دلچسپي رکندڙ عمي طور تي پنهنجي پنهنجي علائقن ۾ شهرين سان ملي مسئلن جي حل لاءِ جاٿايل حلقن کي ڏيان ڇڪرائي سگهجي.

لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ منعقد ٿيندڙ ورڪشاپن جن ۾ زندگي جي مختلف شعبن سان تعلق رکندڙ مرد ۽ عورتون شامل آهيون. هيٺ ڏنل خلاف ورزيون ۽ مسئلا آڏو آيا. ڪارو ڪاري، پوليس تشدد، اين رسائي، صحت بابت سهولتن جي کوٽ، جيل ۾ عورتن ۽ ٻارن لاءِ لازمي سهولتن جي عدم موجودگي غير تربيت يافته معالج جيڪي پاڻ کي ڊاڪٽر پڌائي غير تعليم يافته شهرين جي زندگي سان ڪيڏي رهيا آهن.

سرڪاري اسپتالن، شفا خانن وغيره ۾ دوائن جي کوٽ، وڏيرن جا ظلم، لاقانونيت، زراعت لاءِ پاڻي جي کوٽ، وڏن ڊاڪٽرن جي وڏيک في، اقليتن خلاف زيادتي، منشيات جو کلي عام، ٻهراڙي ۾ عورت استادن جي کوٽ، نو عمر ٻارن کان پورهيو، عورتن ۽ ٻارن تي تشدد ۽ ايڊز رسائي، بيروزگاري، غير قانوني اسلحه، بارود جي موجودگي، زمين تي غير قانوني الاٽ منٽ، وڏيرن، ٻاران هارين ۽ انهن جي خاندانن کان جبري پورهيو وٺڻ ۽ انهن جي عورتن جي بي حرمتي وغيره.

ورڪشاپ ۾ HRCP سنڌ جي وائيس چيئرپرسن محترمه نور ناز آهي. HRCP ڪائونسل جي ميمبر ۽ روزانه ڊان جي صحافي ميسون حسين، سنڌ ٽاسڪ فورس جي ڪو-آرڊينيٽر کان علاوه لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم راڄپر، سنڌ بار ڪائونسل جو رڪن جناب جي اي شاهاڻي ۽ جيڪب آباد جي معروف قانون دان جناب سردار خان لاشاري، سردار محمد مقيم کوسو، دين محمد شيخ نامه نگار HRCP، صدر شهري اتحاد محمد اڪرم ابڙو، جناب اي جي انصاري ۽ شاهه مراد دائود پوٽو کان علاوه شريڪن انساني حقوق متعلق مختلف مسئلن تي اظهار خيال ڪيو.

**اسپيشل ٽاسڪ فورس، سنڌ**

## دوراب پٽيل ايوارڊ



پاڪستان ڪميشن برائي انساني HRCP واقف ڪار خواتين ۽ مردن کي "دوراب پٽيل ايوارڊ برائي قانون ۽ انصاف" لاءِ نامزدگي جي دعوت ڏني ٿو. هن انعام جو اعلان ڪميشن جي باني ۽ پهرين چيئرمين جي ياد ۾ ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ هڪ ٽرافي ۽ اعتراف خدمتن جو سرٽيفڪيٽ کان علاوه 100،000 روپيه نقد شامل آهي.

نامزدگي جي آخري تاريخ 15 فيبروري 1998 آهي. انعام حاصل ڪندڙ شخصيت جي چونڊ هڪ جيوري ڪندي جنهن جا ميمبر جسٽس (رٽائرڊ) فخر الدين جي ابراهيم، جسٽس (رٽائرڊ)، ظفر حسين مرزا، سپريم ڪورٽ بار ايسوسيئيشن جو صدر جناب عابد حسن منٽو، بيگم طاهره مظهر علي خان، محترم حسن جيلاني (ميمبر، ڪو آرڊينيٽر) شامل آهن.

هن انعام لاءِ اهڙ شخص کي نامزد ڪري سگهجي ٿو جنهن جو ڪردار انصاف جي اصولن، پاڪستان ۾ انساني حقن لاءِ يا پاڪستان لاءِ قابل ذڪر رهيو هجي.

عدليه جا ميمبر، وڪيل، ڪيس ۾ فريق، سرگرم ڪارڪن سڀ ان جي نامزدگي لاءِ اهل آهن.

ڪميسن جا موجوده عهديدار، ان جو عملو ۽ ميمبر ان انعام جي نامزدگي لاءِ اهل نه هوندا. پاڪستان ۾ ڪوبه فرد نامزد ڪري سگهي ٿو. نامزد ٿيل مرد يا عورت جي نامزد ڪرڻ جي سبب متعلق مواد به شامل هجي.

ايوارڊ رکڻ جو مقصد ان جدوجهد جي اهميت کي اجاگر ڪرڻ آهي. جيڪو تمام معاشرن کي قانون جي حڪمراني ۽ انساني حقن تڪميل کي يقيني بنائي. انهن شعبن ۾ عوامي دلچسپي کي هٿي ڏني. تحقيق ۽ اصلاح کي فروغ ۽ انساني خاندان جي سڀني فردن لاءِ انصاف تي ۽ حقن لاءِ غير معمولي ڪار گذاري جو اعتراف ڪري.

هر نامزدگي، نامزد ٿيل فرد خصوصي استحقاق جي باري ۾ مواد سميت جنرل سيڪريٽري، پاڪستان ڪميشن برائي انساني حق جي نالي تي موڪلي.

ائڊريس هي آهي:

107 ٽيپو بلاڪ، نيو گارڊ ٽائون لاهور.

جي ايڊريس تي موڪليو

# تعليم

## لاڙڪاڻو

### ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي اسڪول جي حالت

**اسڪول جي عمارت تي وڏيري جو قبضو**

HRCP جي رپورٽر تعلقي سيرو ۾ بهرام جو دورو ڪيو. پرائمري بوائز اسڪول جتي 450 شاگرد داخل آهن. عمارت جي کوٽ جي ڪري ٻار کليل آسمان هيٺ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هيڊ ماستر جو ڪمرو آهي نه ڪو مددگار. گرلس پرائمري اسڪول جي عمارت جتي 300 پرائمري ۽ 150 مڊل اسڪول جون ڇوڪريون زير تعليم آهن چار ماستريائيون رکيل آهن. اڪسول بند پيو آهي. ٻر حاضري لڳل آهي.

گورنمينٽ هاءِ اسڪول بهرام جتي اٽڪل 550 شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن، اتي نه ڪا سائنس جي تربيت گاهه آهي نه ليبارٽري. ڳوٺ گل محمد چاچڙ جي مڊل اسڪول جي عمارت علائقي جي وڏيري جي اوطاق طور وڏيري جي ناجائز ۽ غير قانوني قبضي ۾ آهي ڳوٺ غلام علي مگسي جي مڊل اسڪول جي عمارت نه هجڻ ڪري ٻار اسپتال جي عمارت ۾ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

(وزير تعليم ۽ سيڪريٽري تعليم سنڌ کي لکت ۾ شڪايت موڪليو آهي.)

## تلات

### سبي ضلعي ۾ ڪيڏي سائنس ٽيچر موجود ناهي

سبي ضلعي ۾ ڇوڪرين لاءِ صرف هڪ هاءِ اسڪول آهي جتي ڪيترن سالن کان سائنس پڙهائڻ لاءِ ڪا ٽيچر موجود ناهي. ماستريائيون گهٽ ڪري اڻ تجربيڪار آهن. عمارتن جي کوٽ جي ڪري ڇوڪرين جي اسڪول ۾ ٻه شفٽون شروع ڪرڻ گهرجن. سائنس ٽيچر جلد مقرر ٿيڻ گهرجي ۽ ماستريائين لاءِ رهائشي سهوليت جو بندوبست ڪرڻ گهرجي جو نه مقامي ماستريائيون موجود ناهن. جيڪڏهن ضرورت هجي ته عمر جي شرط ۾ ڍرڪ ڏني گهرجي. ڇوڪرين لاءِ خاص ڪري جسماني صحت جو پروگرام شروع ڪرڻ گهرجي.

الماس رتيسائي

## باجوڙ

### ڇوڪريون تعليم کان محروم

هر ماڻهو کي تعليم جو حق آهي. تعليم گهٽ ۾ گهٽ ابتدائي ۽ بنيادي درجن ۾ مفت هوندي. ابتدائي تعليم لازمي هوندي. فني ۽ پيشورانه تعليم حاصل ڪرڻ جو عام انتظام ڪيو ويندو ۽ لياقت جي بنياد تي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ سڀني لاءِ برابر ممڪن هوندو.

(انساني حقن جو عالمي منشور آرٽيڪل 26)

ايجنسي جي آبادي ست لک جي لڳ ڀڳ آهي، هتي ڇوڪرين لاءِ ناڪافي تعداد ۾ پرائمري، مڊل ۽ صرف هڪ هاءِ اسڪول موجود آهي. قبائلي نظام ۾ جڪڙيل هئڻ جي باوجود ڇوڪريون ميٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري وٺن ٿيون. هنن کي اڳيان تعليم جاري رکڻ لاءِ سوات يا وري پشاور ۾ داخلا وٺڻي پوي ٿي. جيڪو گهڻن خاندانن جي وسيلن کان ٻاهر آهي. مقامي گرلس ڪاليج نه هئڻ جي ڪري ڇوڪريون تعليم کان محروم ٿي وينديون آهن.

نيڪ محمد

## ٺٽو

### شاگرد کي پنايو ويو

پير ۾ چمپل نه هئڻ سبب هڪ غريب شاگرد کي استاد پنڻ تي مجبور ڪيو. گورنمينٽ پرائمري اسڪول مريد ڪوسو ۾ زير تعليم پنجين ڪلاس جو شاگرد غلام مصطفيٰ چمپل نه هئڻ سبب پيرين اگهاڙو اسڪول پهتو ته استاد شاگرد کي مارڪٽ ڪٽي ۽ ٻين شاگردن اڳيان جهولي پکيڙي خيرات گهرڻ تي مجبور ڪيو ۽ چيو ته جيتري خيرات ملي انهي مان چپل وٺجان. غلام مصطفيٰ ٻڌايو ته هن جو پي غريب بيلدار آهي ۽ هن جي گناهه ايڏو ذليل ۽ عزت نفس کي مجروح ڪيو ويو.

سڪندر لال







## مٺي (ٿرپارڪر)

### پرائمري اسڪول جيڪي بند پيا آهن

اسان جي علائقي ۾ اسڪول ٽيچر جو پگهار 2000 رپيا مهينو ۽ پٽيوالي جو پگهار 3000 رپيا مهينو آهي. پوءِ به استاد پڙهائڻ لاءِ تيار ناهي ٿو ته تعليم کاتي جا آفيسر چون ٿا ته توهان پڙهايو يا نه پڙهايو پگهار مان هڪ حصو ضرور مون کي ادا ڪريو. جيڪو استاد رشوت نٿو ڏي انهي جي مهيني ۾ ڪٿان پيسا بدلي ڪئي ويندي ٿي. تعليم جي حالت هي آهي ته جتي ٽيچر آهي اسڪول ناهي ۽ اسڪول موجود آهي ته ٽيچر ناهي. اسڪول جي عمارتن تي وڏيرن جون اوطاقون ۽ ٺيڪيدارن جا ڏيرا قائم آهن. ننگر پارڪر ۾ اهڙا اسڪول جيڪي عرصي کان بند پيا آهن انهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

1- ڊيڊ ويرو پرائمري اسڪول GPS
2- صبا سر پرائمري اسڪول GPS
3- سکير پرائمري اسڪول GPS
4- مالاڙو پرائمري اسڪول GPS
5- لاکو ڪولهي پرائمري اسڪول GPS
6- ونڊل پرائمري اسڪول GPS
7- راڙ ڪنا پرائمري اسڪول GPS
8- ڪا ريڙهه پرائمري اسڪول GPS
9- ڦوڳرو پرائمري اسڪول GPS
10- اونا ڪباريا پرائمري اسڪول GPS
11- بنده پرائمري اسڪول GPS
12- لگڊيرو ڪولهي پرائمري اسڪول GPS
13- ننگر پارڪر هريجن ڪالوني پرائمري اسڪول GPS
14- راوتو ڪولهي پرائمري اسڪول GPS
15- منو پرائمري اسڪول GPS
16- ڊابڙو پرائمري اسڪول GPS
17- راڻي ڪولهي ڪالوني پرائمري اسڪول GPS
18- ڪاسبو رباري ڪالوني پرائمري اسڪول GPS
19- سورا چند هريجن ڪالوني پرائمري اسڪول GPS
20- آلاٽي جي ڏاهاٽي پرائمري اسڪول GPS
21- پيٽا پور پرائمري اسڪول GPS
22- لاکڙ ڪڏيو هريجن ڪالوني پرائمري اسڪول GPS
23- واڌڙاني پرائمري اسڪول GPS
24- اون سکو پاڙو پرائمري اسڪول GPS
25- ويرو ڪولهي پرائمري اسڪول GPS
26- پيريا پرائمري اسڪول GPS

راجا

## نوشهرو فيروز / ٺرشڪي

### گرلس هاسٽل - چوديواري ڪانهي

گرلس هاءِ اسڪول جي استادن جي هاسٽل جي چوديواري هڪ مهينو اڳ ڪري پئي هئي جنهن ڪري ماستريائيون عدم تحفظ جو شڪار آهن. هڪ مهينو گذرڻ باوجود تعليم کاتي چوديواري ٻيهر نه ٺهرائي.

محمد سعيد

## حيدرآباد

### ڊگري ڪاليج ناهي

قاسم آباد ضلع جي اڪيلي سب ڊويزن آهي، جتي اڃا تائين ڪوبه ڊگري ڪاليج يا پوسٽ گريجوئيٽ سينٽر قائم نه ڪيو ويو آهي، جنهن ڪري مقامي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حيدرآباد شهر جي ڊگري ڪاليج ۾ داخلا وٺڻي ٿي پوي. اهڙي طرح شاگردن خاص ڪري شاگردياڻين کي گهڻي تڪليف ڏسڻي پوي ٿي ۽ گهڻيون ڇوڪريون آخر ڪانئوءَ مجبور ٿي پڙهائي ڇڏيو ڏين.

احمد علي

## جمرود

### بارڙين لاءِ اسڪولن جي ضرورت

علائقي جي ٻن ڳوٺن ڪاپر ٽنگي ۽ ريڪلي ۾ گهڻيون عورتون جبلن تان مٿن تي بارڻ لاءِ ڪاٺيون ۽ گاهه ڪٽي اچڻ لاءِ وينديون آهن. هن علائقي ۾ نه ته ڊسپينسريون آهن ۽ نه ڇوڪرين لاءِ اسڪول آهي. گهڻا ٻار بيمار رهن ٿا ۽ علاج نه ٿيڻ ڪري ڪمزور آهن. ٻين علائقن ۾ اسپتالون ۽ ڊسپينسريون تمام پري آهن. هن علائقن ۾ ڪو ترقياتي ڪم به نه ٿو ٿئي.

عورتون پاڻي پيڻ لاءِ پري پري چشمن تي وڃن ٿيون ۽ پاڻي آڻڻ لاءِ سڄو ڏينهن گهرن کان ٻاهر هونديون آهن. هن ڳوٺ ۾ پاڻي بجلي ۽ علاج جي سخت کوٽ آهي.

ڪاپر ٽنگي ۾ 26 سالن کان ڇوڪرن جو هڪ اسڪول هلي رهيو آهي، جيڪو هڪ وڻ هيٺ قائم آهي. اڪثر برسات ۽ گرمي جي ڏينهن ۾ ٻار اسڪول مان غائب رهن ٿا. هڪ استاد آهي ۽ هڪ ئي ڪرسي. هتي ڇوڪرين لاءِ ڪوبه اسڪول ناهي. ريڪلي ڳوٺ ۾ گهرن جو تعداد سڀ کان گهڻو آهي. ڇوڪريون به گهڻيون آهن پر ڇوڪرين جو اسڪول نه هو. هڪ مهينو ٿيو آهي ته ٽرائبل وومين ائسوسيئيشن جي طرفان هڪ گرلس اسڪول کولايو ويو آهي ۽ تمام گهڻيون ڇوڪريون تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ نيدي ٽيچر جي ڏني آهي. جيڪڏهن حڪومت هتي ڇوڪرين لاءِ اسڪول قائم ڪري ۽ ماستريائيون رکي ته ڇوڪريون واقعي تعليم حاصل ڪري سگهنديون.

نيلوفر آفريدي

### ماستريائين جي "استادي"

HRCP جي هڪ سرگرم ڪارڪن 98-1-6 تي گرلس پرائمري اسڪول ستار ڏني سانگي جو دورو ڪيو. هن اسڪول ۾ اٽڪل 100 ڇوڪريون پڙهن ٿيون ۽ 3 ماستريائيون آهن. حاضري رجسٽر مطابق هڪ ٽيچر اٽڪل 4 مهينا کان غير حاضر هئي. ٻئي 98-1-16 تائين يعني اينڊز ڏهن ڏينهن جي حاضري جون صحيحون ڪري ڇڏيون هيون، پاڻ اسڪول مان غائب هئي. رپورٽرن لاڙڪاڻي جي ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر سان ملاقات ڪري ڪيس ۽ رجسٽر پيش ڪري ڇڏيو آهي.

غلام حنيف سانگي

## مظفر ڳڙهه

### فرضي ڊگري ڪاليج

جتوئي تعلقي هيڊ ڪوارٽر آهي ۽ تعلقي جي عملي لاءِ عمارت موجود ناهي ۽ نه ئي سول ڪورٽ قائم ڪيل آهي. تعلقي جي مختلف کاتن جي آفيسرن سول اسپتال جتوئي جي رهائشي ڪوارٽرن تي قبضو ڪري ورتو آهي. تعلقي اسپتال ۾ پڻ اڄ تائين ليڊي ڊاڪٽر نه رکي وئي آهي. BHU جتوئي جو ميڊيڪل آفيسر هڪ روزانو 18 ڪلوميٽر جو فاصلو ڪري اچي ٿو. جڏهن ته ٻي ميڊيڪل آفيسر اسپتال جي هڪ ڪوٺي تي قبضو ڪري اتي متوازي اسپتال ناهي ورتي آهي. جتوئي ۾ ڇوڪرن لاءِ اڪيلو ڊگري ڪاليج 6 ڪمرن تي ٻڌل آهي. جتي شاگردن لاءِ ڪو فرنيچر ناهي. انٽر ۽ ڊگري ڪلاسن جا شاگرد پٽ تي ويهي تعليم حاصل ڪن ٿا.

عاشق ظفر ڀٽي

## ديـر

### عورتن جي تعليم

ضلع ۾ عورتون تعليم جي ميدان ۾ گهڻو پوئتي آهن. جينوٽيڪ ماٿهن هاڻي تعليم تي ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو آهي پر هتي اعليٰ تعليم جي مرڪزن جون سهولتون ناهن.

اڄ کان اٽڪل 5-6 سال اڳ اسان جي علائقي ۾ رڳو ڇوڪرا ۽ ماڻهن جي پٽ اسڪول ويندا

هئاسين ۽ هاڻي ماشاءالله سول جي تعداد ۾ ڇوڪريون اسڪول وڃڻ لڳيون آهن مگر انهن ڇوڪرين لاءِ پرائمري ۽ مڊل جي سطح تائين تعليمي معيار سٺو آهي. پر هاءِ اسڪول سيڪنڊري ۽ ڪاليج جو حال ڏاڍو برو آهي. ڇوڪري مڊل پاس ڪري گهر ۾ ويهي رهي ٿي هاءِ اسڪول علائقي کان گهڻو پري آهي. ان ۾ به سائنس جي پڙهائي جو ڪو انتظام ناهي. گهڻيون ذهين شاگرديائيون رڳو سائنس ٽيچر نه هئڻ ڪري گهر ۾ ويهي رهن ٿيون. ڇو ته ڪنهن ٻئي ضلعي يا ايجنسي ۾ وڃڻ جا وسيلا به مائٽن وٽ ناهن، جو هاسٽلن جو خرچ برداشت ڪري سگهن. ڪاليج ته پري جي ڳالهه آهي هتي ڪو هائر سيڪنڊري اسڪول نه هئڻ جي ڪري خود آئون به ميٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ گهر ويٺي آهيان ضلع ۾ چرڪ ڏهه ۾ هڪ هائر سيڪنڊري اسڪول نهي رهيو آهي، خبر ناهي ڪڏهن نهي راس ٿيندو ۽ ڪڏهن ڪلندو ان وقت تائين سوين ڇوڪرين جو مستقبل اونداهو ٿي چڪو هوندو.

**روبينه زمان**

(وزير تعليم ۽ سيڪريٽري تعليم کي خط لکو ۽ ٻيءَ ڇوڪرين کان به خط لکرايو)

**اوڪاڙه**

## ڇوڪرن لاءِ پرائمري اسڪول جي ضرورت

گورنمينٽ ڪالوني اوڪاڙه ۽ ان جي پرپاسي ۾ ڇوڪرن لاءِ ڪو پرائمري اسڪول موجود ناهي. ڇوڪرين لاءِ هڪ پرائمري اسڪول موجود آهي پر انهي کي به اجا تائين مڊل اسڪول جو درجو نه ڏنو ويو آهي.

**زاهد حسين**

**خيبر**

## دنبو کارايو ۽ رڪارڊ ٺيڪ ڪرايو

HRCP جي سرگرم ڪارڪن گروپ سجي علائقي جو دورو ڪيو. ڇوڪرين جي سرڪاري پرائمري اسڪول احمد جان حاجي ڪئي به ماستريائيون مقرر آهن. اسڪول جي ٻارڙين ٻڌايو ته ماستريائيون واري واري سان پهتي هڪ ڏينهن هڪ ڙي ته ٻي ڏينهن ٻي ايندي آهي. مطلب ته هڪڙي ماستريائي روزانو غير حاضر رهي ٿي. اهڙي صورتحال مڊل اسڪول حاجي تالر سڪندر خيل ۽ حاجي عقل جان سڪندر خيل اسڪولن جي آهي. ايجنسي ۾ تعليم کاتي جا ڪامورا رمضان مهيني کان اڳ انهن اسڪولن جا دورا ڪن ٿا. جن اسڪولن جا هيڊ ماستر هن جي خاطر داري لاءِ ڪين دنبا ڪارائين ٿا. انهن جي اسڪولن جو سجي سال جو رڪارڊ ٺيڪ قرار ڏنو وڃي ٿو. هن علم دشمن حرڪت جي ڪري خيبر ايجنسي جي سيني اسڪولن جو نتيجو تمام خراب ٿئي ٿو.

**زرطيف آفريدي**

(اوهان ۽ ٻيا ڪارڪن ساٿي شاگرد، شاگرديائيون ۽ سندن والدين، آفيسرن وفاقي وزير تعليم، صوبائي گورنر ۽ صدر پاڪستان کي لکت ۾ شڪايت موڪلين.)

**ٽنڊو باگو**

## ڇوڪرين جي اسڪول جي عمارت ۾ وڏيرن جي اوطاق ۽ گدام

ڏيهي ڳوٺ ۾ جنهن جي آبادي 5000 آهي. ڇوڪرين لاءِ مڊل اسڪول جي عمارت کي نهي 6 سال ٿي ويا آهن، مقامي وڏيرن عمارت کي قبضو ڪري ان کي پنهنجي اوطاق ناهي ڇڏيو آهي. هن جي ڍورن لاءِ گاهه ۽ ڀاڻ وغيره سان اسڪول جي عمارت ڀري پئي آهي. هڪ ٻن ليڊي ٽيچرس جن کي مقرر ڪيو ويو، هتي اچڻ جي ڪوشش ڪئي پر وڏيرن جي نوڪرن جي هن سان بدتميزي سبب ڪير ڊيوٽي تي نٿي اچي. ڇوڪرين جو اسڪول هلڻ نه ڏيڻ ڪري سوين ڇوڪريون تعليم کان محروم آهن. وڏيرن جو هڪ سياسي پارٽي سان گهاٽو واسطو آهي. جيڪي چون ٿا ته هن اسڪول ۾ ڇوڪرين جو اسڪول هلڻ نه ڏينداسون.

(اوهان ۽ ٻيا ساٿي تعليم کاتي ۽ انتظاميه جي آفيسرن، وزيراعليٰ، وزير تعليم سنڌ ۽ وزيراعظم کي لکت ۾ شڪايت موڪليو)

## 6 سالن کان بند اسڪول

گورنمينٽ گرلس پرائمري اسڪول ڏيهي اٽڪل 6 سالن کان پيو آهي. ڇوڪريون تعليم کان محروم آهن. ڪڏهن ڪڏهن هن اسڪول ۾ جوا کيڏجڻ جون شڪايتون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن. هن ڳوٺ ۾ ڪا عورت اينتري پڙهيل ناهي جو ڇوڪرين کي پڙهائي سگهي. جيڪا ماستريائي ٻي شهر کان پڙهائڻ ايندي هئي. سا به ڏوهاري مائٽن کان تنگ اچي پنهنجي بدلي ڪرائي وئي. ڪا به ماستريائي هتي هڪ ٻن ڏينهن کان وڌيڪ عرصو نٿي رهي. انتظاميه کي هن صورت حال جو تدارڪ ڪرڻ گهرجي ته جيئن ٻارڙين جي تعليم جو وڌيڪ نقصان نه ٿئي.

**ٽانور داس ڏانواڻي**

(وزير ۽ آفيسرن کي لکت ۾ شڪايت موڪليو. جيڪو جواب ملي جهد حق کي ان جي ڪاپي موڪلي ڏيو)

**ڪنڌ ڪوٽ**

## ڪمرا ٽن سالن ۾ ٺهيا - داخلا ٽن سالن بعد ملي ۽ تعداد صرف 50

ڊگري ڪاليج ڪنڌ ڪوٽ ۾ 6 سال اڳ (B.Sc) ڪلاسن جي اڏاوت شروع ٿي جيڪا ٽن سالن جي عرصي ۾ تيار ٿي وڌيڪ ٽي سال بيڪار پئي رهي. هن سال 1998 ۾ داخلائون شروع ٿيون صرف 50 اميدوارن کي داخلا ڏني وئي. يونيورسٽي طرفان هڪ سرڪيولر کان مقامي شاگردن ۾ ڳڻتي آهي. هي تعداد 80 هزار آبادي واري شهر جي سائنس جي شاگردن لاءِ گهڻو گهٽ آهي.

**امداد الله ڪوسو**

## پرائمري تعليم جي خراب حالت

اسانجي علائقي ۾ ڪئين سرڪاري پرائمري اسڪول آهن. ٻهراڙين ۾ اسڪول ماستر مقرر ٿيڻ جي باوجود تعليم نٿي ڏني وڃي. اسڪول بند پيا آهن، ڪن ۾ ماستر نه آهن گهڻن اسڪولن ۾ وڏيرن پنهنجون اوطاقون ناهي ورتيون آهن. تعليم کاتي جا اهلڪار وڏيرن خلاف ڪارروائي نٿا ڪن. جن اسڪولن ۾ اوطاقون ناهن اتي به استاد نٿا اچن ۽ جيڪڏهن اتفاق سان تعليم کاتي جو آفيسر هن کي غير حاضر ڏسي ٿو ته اهي استاد به ٽي سو روپيا ڏئي بچيو وڃن. تعليم جي حالت هي آهي ته جتي اسڪول هلن ٿا اتي ٻارن کي سنڌي پڙهڻ نٿي اچي جو ته استاد پڙهائي ۾ دلچسپي نٿا رکن. پرائمري استادن جي يونين به ماسترن کي سندن ذميواري جو احساس نٿي ڏياري. استادن جي يونين پگهارن، انهن ۾ واڌ ترقي وغيره لاءِ ته مطالبا ڪري ٿي پر تعليم لاءِ پنهنجي ساٿين کي نٿي چوي. سنڌ ۾ ڳوٺاڻن ۽ غريب ٻارن جو جن جا نالا اسڪولن ۾ لکيا به ويا آهن تعليمي مستقبل ڏاڍو مايوس ڪندڙ آهي.

**گل حسن باجڪاڻي**

(والدين، شهري سنڌ ۽ سنڌ وارن جي مستقبل لاءِ ڇا ٿا سوچين هن صورت حال ۾ سنڌاري لاءِ ڇا ڪن ٿا ڇا ڪري رهيا آهن)

# عورتون

**نوابشاهه**

## 1997 ۾ 2000 عورت کي "ڪاري" قرار ڏيئي قتل

سال 1997ع دوران اندرين سنڌ ۾ 43137 ڏوهه ٿيا، جڏهن ته 1996 ۾ 40,700 وارداتون ٿيون هيون. اندرين سنڌ ۾ قتل جون 2043 وارداتون ٿيون. ڪارو ڪاري جي الزام ۾ اٽڪل 2000 عورتون قتل ٿيون. 212 اقدام قتل ۽ 613 زوري زنا جون وارداتون ٿيون. گذريل سال 5 بينڪون ۽ 4 پيٽرول پمپ ڦريا ويا. 1377 ڪارون چوري ٿيون ۽ 719 کسيون ويون. جڏهن ته 3430 موٽر سائيڪلون چوري ٿيون ۽ 139 کسيون ويون. 2072 ٽريفڪ جا حادثا ٿيا.

1997 دوران اندرين سنڌ ۾ 2567 ڪيس خصوصي قانونن هيٺ داخل ڪيا ويا. جڏهن ته ايڪسائيز جا 168 اسلحه ايڪٽ هيٺ 5800 ڪيس داخل ڪيا ويا. اندرين سنڌ ۾ مجموعي طور قتل جي وارداتن ۾ واڌ ۽ زوري زنا جي وارداتن ۾ گهٽتائي ٿئي.

**محمد طارق شيخ**

**عمرڪوٽ**

## ڪاري جي الزام ۾ قتل

سنڌ جي بدنام زمانه رسم ڪارو ڪاري جي نتيجي ۾ وڌيڪ هڪ انساني حياتي ضايع ٿي. تفصيل مطابق صوفي فقير کان ٽن ميلن تي هڪ ڳوٺ ناٿا سنگهه جي رهواسي ڪارو رانگڙ پنهنجي 22 سالن جي زال کي شهر وٺي وڃڻ جي بهاني رستي ۾ چادر سان گوگهو ڏئي ڪيس ماري ڇڏيو. هن جي ٻن سالن جي ڌيءَ به ساڻن گڏ هئي. لاش کي جهنگ ۾ ڦٽو ڪري هو ڌيءَ کي گهر وٺي آيو . هن ماڻهو پنهنجي زال تي پنهنجي ڀائٽي سان ڪاري ٿيڻ جو الزام لڳايو هو جڏهن ڳوٺ جا ماڻهو جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويا ته هن لاش ڏٺو ۽ پنهنجي زميندار جي معرفت پوليس کي اطلاع ڏنو. جوابدار هن وقت جيل ۾ آهي. 22 سالن جي مقتوله جي ٻي ڀيڻ جي هن جي ڏير سان شادي ٿيل هئي. جنهن کي مقتوله جو پاڻ مڙس کان کسي وٺي ويو آهي.

**راز بانو بنگلاڻي**

**گولاڙچي**

## پٽ ٻي زال ۽ ٻارن جي زندگي جو حق کسي ورتو

29 ڊسمبر 1997 تي گولاڙچي ٿاڻي تي فيروز خان پٺان فرياد ڪيو ته هن جي خاندان جي پنجن ماڻهن کي قتل ڪيو ويو آهي. فيروز خان ٻڌايو ته اٽڪل 15-20 سال اڳ منهن جو وڏو





پٽ شفقت جيڪو منهنجي طلاق ڏنل زال مان آهي مون وٽ آيو ۽ پنهنجي لاءِ زمين ۽ پئسن جو حصو گهرڻ لڳو. مون شفقت کي ڪجهه رقم ڏني جڏهن ته زمين ڏيڻ کان انڪار ڪيم. 27 ڊسمبر تي آئون چڪ نمبر 23 تي پنهنجي زمين تي هليو ويس. جڏهن 29 ڊسمبر صبح جو گهر واپس آيس ته گهر ٻاهران تالو لڳل ڏٺم ۽ اندران ٻارن جي روئڻ جا آواز اچي رهيا هئا. آئون پٽ ٽپي اندر ويس ته ڏٺم ته منهنجي 60 سالن جي سس بانو بيبي، 30 سالن جي زال بال بيبي ۽ ڌيئون امينه ۽ مريم ۽ پٽ 8 سالن جو ثناءُ الله قتل ٿيا پيا هئا ۽ لاشن مان بدبو اچي رهي هئي. منهن جي زال جي لاش سان منهن جا صغير پٽ 3 سالن جو ناصر ۽ ڏيڍ سال جو حفيظ الله چهٽا پيا هئا ۽ روئي رهيا هئا. قاتل واردات جي جاءِ تي پنهنجا رت هاڻا ڪپڙا ۽ چمپل ڇڏي ڀڄي ويو هو. رت هاڻا ڪپڙا ۽ چمپل فيروز خان جي پٽ شفقت جا هئا.







## فيروز خان جي ڪهاڻي

فيروز جي باري ۾ معلوم ٿيو آهي ته هو آرمي جو رٽائرڊ صوبيدار آهي، هن جون ٻه زالون هيون. هڪ سوات ۾ آهي، جنهن مان شفقت سميت ٻه پٽ ۽ ٽي ڌيئون آهن. قتل ٿيل بال بيبي فيروز خان جي ٻي زال هئي، جنهن مان چار پٽ ۽ ٻه ڌيئون هيون. گولاڙچي پوليس فيروز خان جي رپورٽ تي هن جي پٽ شفقت تي ايف آءِ آر نمبر 17/97 ڏوهه 14-302-324-337-337- اي 2 جي آرڊيننس هيٺ ڪيس داخل ڪري ورتو آهي. جاٿايل جوابدار کي گرفتار ڪرڻ لاءِ جلد پوليس پارٽي سوات ويندي.

**غلام مصطفيٰ ٽالپر**
**گولاڙچي ضلع بدين**

**ديـر**

## گهر جي ننهن يا نوڪرياڻي

اٽڪل ٽي سال اڳ جڏهن شهناز ڏيءَ صالح محمد جي مڱڻي سندس مرضي کانسواءِ ڪئي وئي ته ڇوڪري احتجاج ڪيو ته هو شادي ڪرڻ نٿي چاهي، گهر وارن شهناز جي ڳالهه نه ٻڌي ڇو ته ڇوڪري جي سودي ۾ مال مليو هو. شادي کان 6 مهينا تائين ته سهري جا ٺيڪ رهيا. پر پوءِ شهناز کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيائون. هو جا مائٽ غريب آهن، انهي ڪري هي پنهنجي پٽ جو سڄو مال پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهر ڪٽيو ٿي رڃي. انهي بهاني ڇوڪري کي سندس ماءُ پيءُ جي گهر وڃڻ تي بندش ٻڌي ڇڏيائون.

هڪ ڏينهن شهناز پنهنجي مڙس نياز کي چيو ته هو پنهنجي بيمار ناني کي پڇڻ لاءِ وڃڻ چاهي ٿي ته مڙس چيو ته منهنجي ماءُ کي ساڻ وٺي وڃ، مڙس جي وڃڻ کان پوءِ شهناز سس کي چيو ته ساڻس گڏجي هلي ته هن جواب ڏنو ته آئون نه هلنديس. هن نڻان جي ٻارن کي گڏ هلڻ لاءِ چيو ته انهن به انڪار ڪيو. نيٺ هن کي اڪيلي وڃڻو پيو. جڏهن مڙس گهر آيو ته هن جي ماءُ الزام لڳايو ته شهناز ڀڄي وئي آهي. نياز انهي وقت گهران نڪتو ۽ شانو کي ٻانهن کان جهلي گهر وٺي آيو. انهي کانپوءِ شانو جو مڙس نياز پنجاب هليو ويو جتي هو تيل جو ڪاروبار ڪري ٿو. ۽ شانو ويچاري سهريجن جا طعنا ۽ ظلم سهڻ لاءِ اڪيلي رهجي وئي. مڙس پنهنجي ايڊريس ۽ فون نمبر هڪ ڪاپي تي لکيو هو. هڪ ڏينهن جڏهن شانو سهري ٽن جي ظلمن کان تنگ ٿي ته گهران نڪتي ۽ اڻ ڄاتل منزل ڏانهن رواني ٿي وئي. هوڏانهن سهري جن واويلا مچائي ڇڏي ته شانو ڪنهن سان ڀڄي وئي آهي ۽ هن جا ڪنهن سان تعلقات آهن، جڏهن هو تخت ڀائي پهتي ته ڪيس پوليس پڪڙي ورتو. هن پوليس کي ٻڌايو ته پشاور کان آئي آهيان ۽ پنجاب ٿي وڃان. بزرگ پوليس وارو هن کي پنهنجي گهر وٺي ويو. ٽن ڏينهن کانپوءِ هن پنهنجي پيءُ چاچي جا نالا فون نمبر ۽ گهر جي ايڊريس ٻڌائي. پوليس وارو هن کي گهر وٺي ويو ۽ ڪيس ماءُ پيءُ جي حوالي ڪيائين. ڇوڪري مائٽن کي چيو ته هو انهي گهر نه ويندي، مگر والدين هڪ ڀيرو ٻيهر شهناز کي سندس سهري وارن جي گهر وڃڻ تي مجبور ڪيو. سهريجن جي سيني ڀاتين جن ۾ سس، نڻان جو مڙس، ڏير، نڻان شامل آهن. سڄي گهر جو سڀ ڪم شهناز کان ڪرائين ٿا. جنهن جي ڄمار 17-16 سال آهي. مڙس هن کي پاڻ سان گڏ نٿو وٺي وڃي.

**روبينه زمان**

( چا پڙهيل لکيل قبائلي ڇوڪرين هن صورتحال خلاف گهر گهر مهم نٿيون هلائين)

**لس ٻيلو**

## قتل جي سزا ڪاٽل ۽ ٻارڙين جو مستقبل

مسلم ڪالوني ملتان ڪينٽ جي رهندڙ پروين اختر جي شادي 1981ع ۾ ملتان جي ئي لياقت علي سان ٿي. شادي کان پوءِ 1981ع ۾ ئي هو پنهنجي مڙس سان گڏجي حب چوڪي لسٻيلي ۾ پنهنجي مامي وٽ هلي وئي. پروين اختر ٻيلي جيل ۾ هڪ ملاقات ۾ HRCP جي نمائندي کي ٻڌايو ته هن جي شادي کان ترت پوءِ هن جو مڙس جڏهن مائٽن کان پئسن وٺڻ لاءِ چوڻ [illegible] ۽ هو ۽ اهڙيون تقاضائون ڪندو هو جيڪي پوريون نه ٿي سگهنديون هيون جنهن تي هو ڪيس تشدد جو نشانو بنائيندو رهندو هو. انهي ڪري هو حب چوڪي ۾ رهندڙ پنهنجي مامي وٽ آئي. مڙس به گڏ آيو. پروين ڊائنو ڪمپني ۾ ٽيچر طور لڳي ۽ مڙس لياقت ياماها ڪمپني ۾ نوڪري ۾ لڳو. ٿوري عرصي کان پوءِ هن جي نوڪري ختم ٿي وئي. هو مختلف ادارن ۾ نوڪري کي ڪندو رهيو پر پنهنجي ڪرتوتن جي ڪري نوڪرين تان نڪرندو ويو. هو نوڪري کانسواءِ مون کان غلط ڪم لاءِ تقاضا ڪندو رهيو، منهن جي انڪار تي مونکي مار ڪٽ ڪندورهيو. انهي دوران ڪئين حمل مارڪٽ سبب ضايع ٿي ويا. جڏهن ته هڪ ٻار اسپتال ۾ ڄمڻ کان پوءِ هن غائب ڪري ڇڏي. هو مجبورن پنهنجي ٻن ٻار خاطر مارڪٽ سهندي رهي. آڪٽوبر 96 ۾ پروين پنهنجي ڀاءُ جي شادي ۾ ملتان وئي ته اتي 2 نومبر تي لياقت علي طرفان طلاق نامون مليس. جڏهن 4 نومبر تي هو واپس پنهنجي گهر ڪرم ڪالوني، حب آئي ته خبر پئي ته لياقت گهر جو سڀ سامان کڻي ڪراچي هليو ويو آهي. پروين وري ملتان وئي ۽ اتي فيملي ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيائين. جنهن کانپوءِ واپس حب اچي هن نوڪري کي جاري رکيو ته جيئن ٻنهي جي ٻارن جي ڪفالت ڪري سگهي. پر لياقت علي کي اها ڳالهه پسند نه آئي. هو ڪيس لاڳيتو ڌمڪائيندو رهيو. آخر 25 مئي 1997 تي لياقت علي زبردستي شهر ۾ گهڙي آيو. هو نشي ۾ هو ۽ پستول سان فائر ڪيائين. پستول کسڻ جي ڪوشش ۾ لياقت فائر سان زخمي ٿي ڪري پيو. پروين ٻڌايو ته هن پستول کڻي فائر ڪري لياقت مان هميشه لاءِ جان آجي ڪرائي ورتي. قتل جي ڪيس ۾ پروين کي ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج جي عدالت مان 7 سال سزا لڳي، سزا کان ڪجهه ڏينهن پوءِ پروين کي دل جو دورو پيو. پروين مطابق هو پنهنجي ٻن ڇوڪرين ٻارهن سالن جي عائشه ۽ نون سالن جي ڪنول جي مستقبل لاءِ پريشان آهي. ملاقات وقت ٻئي ڇوڪريون جيل ۾ موجود هيون. هو ملتان کان ڪنهن عزيز سان گڏ ٻيلي آيون هيون.

**محمد عظيم رونجا**

**ٺٽو**

## جمهوري ادارن ۾ عورتن جي نمائندگي

جمهوري ادارن ۾ عورتن جي نمائندگي جي موضوع تي "المدد فرينڊز ڪو آپريٽو سوسائٽي" طرفان ڳوٺ محمد حسن جتوئي (جهوڪ شريف) ۾ هڪ ڏينهن وارو سيمينار 10 جنوري تي ٿيو. سيمينار ۾ علائقي جي پڙهيل نوجوانن هارين ۽ غير سرڪاري تنظيمن جي ميمبرن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ان موقعي تي HRCP جو [illegible] جمهوري ادارن ۾ عورتن جي نمائندگي [illegible] شريڪ ٿيندڙ کي پڙهي ٻڌايو ويو ۽ انهي جون فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون منجهن ورهايون ويون.

**سڪندر لال**

**شڪارپور**

## 10 سالن جي ڇوڪري 45 هزارن ۾ 52 سالن جي پوڙهي کي وڪرو

تعلقي ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ سالار ۾ قمر نالي هڪ ماڻهو پنهنجي 10 سالن جي ڇوڪري ڪلثوم کي امير بخش نالي شخص وٽ 45 هزارن ۾ وڪڻي ڇڏيو. ڇوڪري جي عمر 10 سال آهي، امير بخش جي ڄمار 52 سال آهي، ايندڙ مهيني هنن جي شادي ٿيڻ واري آهي.

## زال کي ماري ڇڏيائين

ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ باقر شاهه ۾ ديدار حسين مارفاٽي 12-13 جنوري جي رات پنهنجي زال مسمات روبينه کي شڪ ۾ "ڪاري" جو الزام هڻي قتل ڪري ڇڏيو. قاتل گرفتار ٿي ويو آهي.

منظار احمد مهر

**پيلو**

## طعنا ۽ طلاق

تعلقي پيلي جي ڳاڙي ليبري جي فهميده ڌيءُ محمد اسماعيل (مرحوم) جي شادي ڪن ۾ اقبال نالي هڪ ماڻهو سان 8 سال اڳ ٿي هئي. شادي جي هڪ ٻن مهينن تائين گهر ۾ سڀ ٺيڪ ٺاڪ هلندو رهيو پوءِ آهستي آهستي ناتا بگڙندا ويا. مڙس فهميده کي مارڪٽ ڪندو رهيو. سس، ڏير ۽ نڻانون سڀ هن کي گاريون ڏيندا هئا ۽ هن کي بدصورت چوندا هئا. سهريجن ٿي ڀيرا فهميده کي ميڪي موڪلي ڇڏيو، ٻه ڀيرا گهر جي وڏن صلاح ۽ سمجهوتو ڪري هن کي واپس سهريجن موڪلي ڏنو. هن جي موجودگي ۾ مڙس هن جي اجازت کانسواءِ ٻي شادي ڪري ورتي ۽ هن کي وري مائٽن ڏانهن موڪلي ڏنو. ڪجهه ڏينهن گذرڻ کانپوءِ سهريجا فهميده کي وٺڻ ويا پر هن وڃڻ کان انڪار ڪيو پوءِ مڙس محمد اقبال فهميده کي طلاق ڏئي ڇڏي. هن مان هڪ ٻارڙيءَ ڄائي جيڪا 8 مهينن جي آهي، مڙس وارن ٻارڙيءَ کسڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر فهميده جي گهر وارن چيو ته ٻارڙي اڃا ننڍي آهي، وڏي ٿئي نه وٺي وڃجانءِ فهميده 25 سالن جي آهي، طلاق کانپوءِ ڇوڪري وارن کي 3 هزار رپيا ڏنا ويا.

شڪيله نور بلوچ

**ماتلي**

## زبردستي جو نڪاح

20 سالن جي حاجاڻي جي شادي هڪ مهينو اڳ هن جي مرضي جي ابتڙ غلام علي جوڻيجو سان ڪئي وئي. بعد ۾ هو پنهنجي پسند جي علي ڏنو سنگراسي سميت گرفتار ڪري جوڊيشل مئجسٽريٽ احمد لقمان ميمڻ جي عدالت ۾ پيش ڪئي وئي. عدالت ۾ هن چيو ته هن کي ڪنهن به اغوا نه ڪيو آهي. منهنجي گهر واري منهنجي شادي منهن جي مرضي خلاف ڪئي هئي جنهن ۾ آئون راضي نه هيس. آئون پنهنجي ننڍپڻ جي دوست وٽ هلي ويس، هن پنهنجي والد محمد اسماعيل جوڻيجو سان گڏ اهو چوندي وڃڻ جي حامي ڀري ته هن جو زبردستي ڪرايل نڪاح ختم ڪرائي پنهنجي مرضي سان شادي ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي. عدالت حاجاڻي کي سندس والد اسماعيل جوڻيجو جي حوالي ڪيو ۽ ڇوڪريءَ جي دوست علي ڏنو سنگراسي کي واپس ٿاڻي ۾ لاڪ اپ ڪري ڇڏيو. حاجاڻي کي ڪاريءَ جو الزام لڳائي قتل ڪرڻ جو خدشو آهي. جيتوڻيڪ هن جي مرضي جي خلاف ٿيل نڪاح قانوني ۽ مذهبي طور ناجائز هو.

زوار حسين ڪوسو

**ڄامپور**

## سڱ نه ڏيڻ تان

چاهه لعلو والا جي هڪ شخص ملازم حسين کان هن جي ڌيءَ جو سڱ طالب حسين پنهنجي لاءِ گهريو جنهنکي ملازم حسين منظور نه ڪيو، ۽ ڇوڪري جو سڱ منير احمد نالي نوجوان سان ڪري ڇڏيو. جنهن تي طالب حسين ناراض ٿي پيو هن پنهنجي ساٿين جي مدد سان ملازم حسين کي قتل ڪري ڇڏيو.

## عورت کي طلاق ڏيڻ جو معاوضو

مسمات تاج بيبي جو نڪاح الهڏتي سان ٿيو، ان جي بدلي ۾ مختيار مائي جو رشتو عبدالعزيز سان ٿيڻ طئي ٿيو هو. عبدالعزيز مختيار مائي سان رشتو قبول نه ڪيو ۽ انهي تان هٺ ڪئي ۽ پنهنجي ڀيڻ تاج بيبي جو سڱ ڏيڻ لاءِ معاوضو گهريو. جنهن کي پنچايت جي فيصلي مطابق مختيار مارئي کان 30 هزار رپيا حاصل ٿيا. عبدالعزيز رقم جي وصولي جو قسم نامي تي بيان لکي ڏنو.انهي کي ٽن شاهدن صحيحون ۽ اوٿ ڪمشنر تصديق ڪئي جيتوڻيڪ ڪنهن به قانون هيٺ هن قسم جي ادائگي جي گنجائش ناهي.

## زال تي تيل هاري باهه لڳائي ڇڏي

مسمات رشيده جيڪا مڊل اسڪول تمبر شاهه ۾ ايس وي ٽيچر آهي جي شادي اٽڪل 3 سال اڳ عابد حسين ولد الهبچايو جو ئي سان ٿي جنهن مان هن کي هڪ ڇوڪري ڄائي، 3.12.97 تي زال مڙس جي وچ ۾ جهيڙو ٿيو جنهن تي عابد حسين مسمات رشيده جي جسم تي گاسليٽ هاري ڪيس باهه ڏئي ڇڏي ۽ ڪمري جو اندران ڪڙو لڳائي ڇڏيو. عورت جي رڙين تي مائٽن دروازو ٽوڙي رشيده کي بچائي ورتو. مسمات رشيده جي بيان تي ٿاڻي محمد پور ايف آءِ آر نمبر 238/97 قلم 34/324 هيٺ داخل ڪئي مسمات رشيده گهريلو زندگي کي پنهنجي مرضي ۽ آزادي سان گذارڻ بجاءِ دٻاءُ تشدد ۽ زيادتي جو شڪار ٿي آهي جنهنڪري هن جي حياتي کي خطرو آهي.

محمد اسلم رسول پوري

## ڪارو ڪاري جا قتل

گذريل هڪ مهيني ۾ هن تعلقي جي ٿاڻي ڏاجل ۾ ڪاروڪاري جي نالي تي ٽي قتل ٿيا. طارق ولد محمود کي مسمات جنون زال ابراهيم سان ڪارو هڻڻ جي الزام ۾ قتل ڪيو ويو جڏهن ته جنون زخمي ٿي. ڪوٽلا جندو ۾ پڻ هڪ ماڻهو واحد بخش کي ڪارو هڻڻ جي شڪ ۾ ماريو ويو.

قصاص ۽ ديت جو قانون لاڳو ٿيڻ کانپوءِ ڪاروڪاري جو قتل ڪرڻ سولو ٿي پيو آهي، ڇو ته انهي کان پوءِ راضي نامي جي اجازت هئڻ جي بنياد تي ڪنهن عورت کي معاوضي طور ادا ڪري جان ڇڏائي سگهجي ٿي. اهڙي طرح ٻنهي طرفن کان عورت ئي ظلم جو شڪار ٿئي ٿي.

## نوجوان عورت ويم وقت مري وئي

لوهار والا تعلقي ڄام پور جي ننڍي ڳوٺ ۾ شيخ حفيظ الله هوچا جي نوجوان زال ٻار ڄڻڻ دوران طبي سهوليت نه ملڻ سبب گذاري وئي. هن کي رات جو سورن دوران هڪبني ڳوٺ الله آباد آندو ويو. جتي نه ڪو ويم گهر هو نه ليڊي ڊاڪٽر جنهن جي ڪري هڪ نوجوان عورت هڪ اڻ پڙهيل دائي جي هٿان زندگي تان هٿ ڌوئي ويٺي. هن جي شادي يارهن مهينا اڳ ٿي هئي. هي سندس پهريون ويم هو.

طبي سهوليت مهيا نه هئڻ جي بنيادي حق کان محرومي جي ڪري هڪ عورت جيئڻ جي حق کان محروم ٿي وئي.

ثروت

**ڏهرڪي**

## عورتون قتل، سردارن جي ڪمائي

اسان جي علائقي ۾ قبائلي سردارن پنهنجي ڪمائي لاءِ "ڪاري" جي مري خارج رسم هيٺ عورتن جي قتل جي کلي ڇوٽ ڏني رکي آهي. ڪاري جو الزام لڳائي 70 هزار روپين کان هڪ لک 70 هزار روپين تائين جي بدلي عورت قتل ڪري سگهجي ٿي. سردار هڪ حصو قاتل جو پيو پنهنجو ٿيون پوليس ۽ ڊاڪٽرن جي نالي خرچ طور وٺي ٿو. سال 1997 دوران اٽڪل 40 عورتون قتل ڪيون ريون. صرف 15 قاتل گرفتار ٿيا. 10 جو چالان ٿيو ۽ 15 ڏيتي ليتي ڪري فارغ ٿيا.

غلام قادر

گورنر ۽ سنڌ جي وڏي وزير کي لکت ۾ شڪايت موڪليو

**شهداد ڪوٽ**

## زال کي ڪاري ڄڻي قتل ڪري ڇڏيو

ويجهي ڳوٺ سهراب خان لغاري ۾ هڪ ڄڻي پنهنجي زال سدوري تي ڪاري جو الزام هڻي قتل ڪري ڇڏيو. تفصيل مطابق سدوري کي روالور سان ان وقت فائر ڪري قتل ڪيو ويو جڏهن هو پنهنجي گهر ۾ ٻهارو ڏئي رهي هئي. قاتل ڀڄي ويو. اسپتال ۾ لاش پوسٽ مارٽم ڪرڻ وقت مقتوله جي پيءُ محمد بخش لغاري صحافين آڏو روئندي ٻڌايو ته منهنجي ڌي کي هن جي مڙس بي گناهه قتل ڪيو آهي. ڇو ته هو جواري هو انهي ڏينهن جوا ۾ پئسا هارائڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي ڪاوڙ منهنجي ڌي کي قتل ڪري لاٿي. انهن کي ڪارو سڏيو ويو سدوري جي مڙس انهي کي مارڻ جي ڪوشش نه ڪئي.

## قتل کان بچڻ لاءِ

ويجهي ڳوٺ پٽوڪي جي حرمت نالي عورت جنهن تي ڪاري جو الزام لڳايو ويو هو ڪاروڪاري جي بي رحم رسم کان بچڻ لاءِ ٻهرا ٿاڻي تي پناهه ورتي. حرمت ٻهرام ٿاڻي تي پهتي ۽ ٻڌايو ته هن جو مڙس هن بي گناهه کي ڪاري جو الزام هڻي قتل ڪرڻ ٿو چاهي. جنهن کان بچڻ لاءِ هن کي پناهه ڏني وڃي. ٻهرام پوليس هن کي ڊي ايس پي شهدادڪوٽ وٽ پيش ڪيو جنهن مسمات حرمت کان بيان وٺي ڪيس دالامان موڪليو.

## ڪاروڪاري جي الزام ۾ مرد قتل عورت شديد زخمي

شهدادڪوٽ لڳ ڳوٺ فيض محمد سومرو ۾ ٽن هٿيار بندن ڪارو ڪاري جي الزام ۾ هڪ شخص فيض محمد سومرو کي ڪهاڙين جا وار ڪري قتل ڪري ڇڏيو ۽ مسمات مسرت نائج کي سخت زخمي ڪري وڌو. جڏهن ته ڪبيرا پوليس مسمات مسرت نائج جي پيءُ انور علي جي فرياد تي ٽن جوابدارن خلاف ڪيس داخل ڪيو آهي.

نديم جاويد منگي

**خيرپور ميرس**

## هرپ جو ڳهري

گذريل ڏينهن ڪوٽ لالو ۾ سڪندر مري پنهنجي زال کي رڳو انهي ڪري قتل ڪري ڇڏيو جو هن پنهنجي لاءِ ۽ ٻارن لاءِ خرچ گهريو هو. قاتل ٻي شادي ڪئي هئي هن ٻهرين زال کي ڪهاڙيون هڻي ماري ڇڏيو،

نياز راڄپر

**دادو**

نوجوان عورتون ۽ ڇوڪريون "ڪاري" بڻائي قتل ڪيون ويو

ڄامر شورو جي علائقي ۾ 20 سال زبيده کي سندس ڏير ڪاري هڻڻ جي الزام ۾ فائرنگ ڪري قتل ڪري ڇڏيو. ڪاڇي جي علائقي ۾ هڪ ٻي ڏير پنهنجي 28 سالن جي ڀاڄائي وزيران گاڏهي کي فائرنگ ڪري ماري وڌو. انهي ڪانسواءِ صنعتي علائقي ۾ ان جاتل ماڻهن 16 سالن جي نغمه ملوڪائي کي اغوا ڪري ان جي لڄ لٽي.

ظفر جمالي

(وڏي تعداد ۾ ڇوڪرين کان زنده رهڻ جو حق "ڪاري" جي الزام ۾ کسيو پيو وڃي، تعداد گهٽجڻ بدران وڌي رهيو آهي. انساني زندگي جو حق کهڻ وارا هن کي روڪڻ لاءِ ڇا ڪري رهيا آهن؟)

**اور ماڙهه**

## بجلي بند: ٻار ۽ ماءُ جو موت

شهر هڪ پيرو وري بجلي جي بحران جو شڪار آهي پاڪستانکي 50 سال مڪمل ٿي ويا. پر هن شهر کي بجلي جو فراهم نه ٿيڻ هڪ معمول بڻجي چڪو آهي. هتي جي گهڻي آبادي مسلمان آهي پر عوام سان ماٿيلي ماءُ جهڙو سلوڪ ٿي رهيو آهي. رمضان المبارڪ ۾ پڻ مسجدون اونداهه ۾ ٻڏيون رهيون. شهر ۾ هڪ ويم گهر تعميرڪيو ويو هو جنهن کي هڪ ڪمپني حوالي ڪيو ويو ۽ ضرورت مند عورتون علاج جي سهوليت کان محروم آهن. ايمرجنسي صورت ۾ جي هن کي عمان لانچ يا جهاز ذريعي ڪراچي نيو ويندو آهي. پاڙو پرڻ جي توفيق نه رکندڙن جون غريب عورتون مري وينديون آهن. اورماڙه کان ڪراچي لانچ ذريعي 24 ڪلاڪ لڳن ٿا پر گرمين ۾ اها سهوليت به بند ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن ويم گهر هجن ته يقين گهٽ موت ٿين.

محمد حسين فراز

**لاڙڪاڻو**

## 5 هٿيار بندن نوجوان ڇوڪري اغوا ڪئي

25 ڪلو ميٽر پري موهن جو دڙو ريلوي اسٽيشن لڳ ڳوٺ گجرو ۾ 5 هٿيارسند ڳوناٺا پيرل سانگرو جي گهر ۾ زوري داخل ٿي هن جي 19 سالن جي نوجوان ڌيءَ روشن خاتون کي اغوا ڪري کڻي ويا. ڳوناٺن همت ڪري هڪ هٿيارسند سومر کي جهلي پوليس حوالي ڪيو، ڇوڪري جي پي ڏوڪري ٿاڻي تي جاثابل جوابدارن خلاف ڪيس داخل ڪرايو آهي. پوليس اجا تائين ڇوڪري کي بازياب نه ڪرائي سگهي.

غلام حنيف سانگي

**جيڪب آباد**

## صرف هڪ ضلعي ۾ 53 عورتون ۽ 33 مرد زنده رهڻ جي حق کان محروم

گذريل سال 1997 ۾ مختلف وارداتن دوران 107 ماڻهو قتل ڪيا ويا. انهن ۾ 86 مرد ۽ عورتون ڪاروئي جو الزام لڳائي زنده رهڻ جي حق کان محروم ڪيا ويا. انهن ۾ 53 عورتون ۽ 33 مرد هئا 8 ڄڻا ذاتي دشمني ۽ ڌاڙيلن سان مزاحمت ڪندي 11 پوليس ۽ ٻين ڌاڙيلن کان پڻ زندگي جو حق کسيو ويو.

غلام حنيف سانگي

# صوبي سرحد جي جيلن ۾ قيدي ٻارن جو مطالعو

صوبي سرحد جي 20 جيلن ۾ قيد ٻارن جي ڏوهن جي قسمن، سندن طبي رهائشي قانوني ۽ انساني امداد جي باري ۾ معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ HRCP ڪارڪن رپورٽرن جي گروپ آگسٽ کان نومبر 1997 تي دورا ڪيا قيدي ٻارن بابت تفصيل هڪ ڳجهي سوال نامي جي ذريعي حاصل ڪيا ويا. ان کانسواءِ اضافي معلومات پڻ گڏ ڪئي وئي. معلومات کي ترتيب ڏئي گروپ نتيجا ڪڍيا ۽ سفارشون ۽ تجويزو مرتب ڪيون. گروپ ۾ راحت علي، رعنا ۽ محمد شريف شامل هئا.

**مشاهدا:**

ڏوهن جا قسم قانوني ۽ انساني امداد

1. صوبي سرحد ۾ ڪل 21 جيل آهن. 20 جيلن ۾ ڪچن ۽ پڪن قيدي ٻارن جو تعداد 582 هو انهن ۾ 186 ٻارن جي ڄمار 10 ۽ 13 سالن جي وچ ۾ جڏهن ته 396 ٻارن جي ڄمار 14 ۽ 21 سالن جي وچ ۾ هئي.
2. 582 ٻارن ۾ 126 ٻارن کي عدالتن مختلف ڏوهن جي پاداش ۾ سزائون ڏنيون هيون ۽ سندن جيل جو عرصو هڪ کان ڇهن سالن جي وچ ۾ هو.
3. قتل جي الزام ۾ ڪل 85 ٻار ملوث هئا. سڀني جا ڪيس هلندڙ هئا. انهن مان 15 ٻارن جا ڪيس آخري مرحلن ۾ هئا. 77 ٻارن کي سندن والدين مائٽن ۽ دوستن طرفان قانون امداد پهچائي پئي وئي. جڏهن ته 8 ٻار قانوني ۽ انساني امداد کان محروم هئا.
4. اقدام قتل يعني قلم 324/334 ۾ 78 ٻار قيد هئا. 8 ٻارن کي لاڳاپيل عدالتن سزائون ڏنيون هيون. 35 ٻارن جا ڪيس گذريل ٻن سالن کان زير سماعت هئا. 29 ٻارن جا ڪيس قلم 324 ۾ پينڊنگ ۾ رکيا ويا هئا. 12 ٻارن جا وڪيل نه هئا. صرف ٻن ٻارن کي مفت قانوني امداد فراهم ڪئي پئي وئي.
5. قلم ppc/107 ۾ سڀ کان گهٽا ٻار رکيا ويا هئا. انهن جو تعداد 94 هو. 80 سيڪڙو ٻار، کي والدين پاڻ جيلن ۾ موڪليو هو ۽ عدالت ان طرفان انهن کي هڪ سال جي سزا ڏني وئي هئي.



هن قلم هيٺ سينٽرل جيل پشاور، هري پور ۽ ڊيرا اسماعيل خان ۾ گهٽا ٻار هئا.

6. قلم ppc/337 هيٺ 12 ٻار قيد هئا. انهن ۾ 8 ٻارن جا ڪيس زير سماعت هئا. جڏهن ته ڇهن کي سزا لڳل هئي انهن جي سزا هڪ ۽ ٽن سالن جي وچ ۾ هئي.
7. قلم ppc/337 هيٺ 29 ٻار جيلن ۾ هئا. ڊسٽرڪٽ جيل ڪوهاٽ ۽ سينٽرل جيل ڊي آءِ خان ۾ هن قلم هيٺ سڀ کان گهٽا ٻار هئا. 18 ٻارن کي قانوني امداد حاصل هئي. 8 ٻار سزا لڳل هئا. جڏهن ته ٻه ٻار قانوني ۽ انساني امداد کان محروم هئا.
8. قلم ppc/506 هيٺ 38 ٻار جيلن ۾ زندگي گذاري رهيا هئا. انهن ۾ 70 سيڪڙو ٻار قانوني ۽ انساني امداد کان محروم هئا 9 کي سزا لڳل هئي جڏهن ته ٻين جا ڪيس عدالت ۾ هلندڙ هئا.
9. قلم 380 هيٺ 29 ڪچا ۽ پڪا قيدي ٻار قيد هئا جن ما 17 کي سزائون لڳل هوين جيڪي هڪ کان ٽن سالن جي وچ ۾ هيون. 12 ٻارن جا ڪين ڳاپيل سول عورتن ۾ هلندڙ هئا هن ۾ 50 سيڪڙو ٻار قانوني ۽ انساني امداد کان محروم هئا.
10. قلم 420/ppc ۽ 419/ppc هيٺ 22 ٻار قيد هئا انهن ۾ 5 سزا لڳل باقي جا ڪيس عدالتن ۾ هلندڙ هئا.
11. اسلامي قانوني جي قلم 14 هيٺ 23 ٻار هئا جن مان 4 کي سزا لڳل هئي ٻين جا ڪيس عدالتن ۾ هلندڙ هئا.
12. قلم (3) 17 حرابه هيٺ پڻ ڪل 23 ٻار هئا جن مان 60 سيڪڙو تي ڪيس هلندڙ هئا باقي کي سزا لڳل هئي. انهن جو جيل جو عرصو ٻن سالن کان

گهٽ هو. ڪيس هلندڙ قيديبارن جا وڪل نہ هئا.

13. زنا آرڊيننس هيٺ 33 ٻار هئا. هنن ٻارن جون ڄمارون 13 ۽ 21 سالن جي وچ ۾ هيون. سڀني جا ڪيس عدالتن ۾ هلندڙ هئا. هننمان 50 سيڪڙو ٻار قانوني امداد کان محروم هئا.
14. تڪر ppc/379 هيٺ 18 ٻار قيد هئا جن مان 5 کي سزا لڳل هئي 13 جا ڪيس سول عدالتن ۾ هلندڙ هئا.
15. 54 ٻار قلم 3/4 po هيٺ قيد هئا. هنن مان 28 کي سزا لڳل هئي ٻين جا ڪيس عدالتن ۾ هلندڙ هئا.
16. قلم 9/14 هيٺ ڇهہ ٻار هئا سڀني جا ڪيس گذريل 6 مهينن کان عدالتن ۾ هلندر هئا.
17. قلم AO 13 ۾ 14 ٻار هئا جن مان 8 سزايافتہ ۽ 6 تي ڪيس هلندڙ هئا 50 سيڪڙو ٻارن جا وڪيل نہ هئا.18. قلم 40/FCR هيٺ 18 ٻار هئا. هي ٻار سينٽرل جيل پشاور، [illegible]
19. APO 140 هيٺ ڪل 6 ٻار هئا. سڀ ڊسٽرڪٽ جيل سوات ۾ هئا سندن ڪيس هلندڙ هئا.
20. سينٽرل جيل پشاور هري پور ۽ ڊي آءِ خان ۾ ٻارن جو تعداد گهٽ هو.

## طبي رهائشي کاڌي پيتي ۽ صفائي جي صورتحال

1- PPR جي قلم 800-788 مطابق سڀني قيدين ۽ حوالاتين کي طبي سهوليتون ڏنيون وينديون. سڀني جيلن ۾ طبي سهوليتن جي کوٽ آهي دوائون ۽ طبي سامان اڻ لڀ آهي. منشيات ۾ ملوث ٻارن جي بحالي جو ڪموٽر انتظام موجود ناهي. 65 سيڪڙو جيلن ۾ ڊاڪٽر پارٽ ٽائيم ڪم ڪن ٿا. ڪنهن بہ جيل ۾ ايڪسري ليبارٽري ۽ ضروري دوائون ناهن. سڀني جيلن ۾ قيد عورت قيدين لاءِ نرس ۽ ليڊي ڊاڪٽر جو وجود ناهي. مرد ڊاڪٽر هن جو معائنو ڪن ٿا. مائرن سان گڏ بند ٻارن جي حالت ڏاڍي خراب آهي. 100 سيڪڙو ڪيرپياڪ ٻار بيمار ڏٺا ويا. ڪير پياڪ ٻارن لاءِ کير جو ڪو بندوبست ناهي. اڪثر جيلن ۾ قيدين کي خطرناڪ قسم جي خارش لڳي چڪي آهي ۽ انهي جي خاتمي لاءِ انتظاميہ وٽ ڪو پروگرام ناهي.

2- PPR جي قلم 745 مطابق ڪچن ۽ پڪن قيدين کي حاصل سهوليتون ميسر ناهن 15 جيلن ۾ ٻارنکي وڏن سان گڏ رکيو ويو آهي. PPR جي قلم 518 موجب هر قيدي کي رهائشي سهوليت ميسر هوندي پر سڀني جيلن ۾ هن قلم تي ڪو عمل نہ ٿي رهيو آهي.

3- PPR جي قلم 473 مطابق ڪچن ۽ پڪن قيدين کي مقرر ۽ مجور اسڪيل مطابق کاڌو پيتو فراهم [illegible] ٿو آهي. PPR هر شيءِ جو مقدار مقرر ۽ [illegible] فراهم ڪرڻ جو ڪو پروگرام ناهي، جيڪو لاڳاپيل قلمن جي پيچ ڪڙي آهي، مقدار ۽ معيار جو خيال نٿو رکيو وڃي. بيمار ۽ عورت قيدين لاءِ PPR مطابق کاڌي جو جدا ڪو پروگرام ناهي. ڪير پياڪ ٻارن لاءِ کير جو ڪو بندوبست ناهي. ڪن جيلن ۾ ٺيڪيداري سسٽم هيٺ کاڌو فراهم ڪيو وڃي ٿو. هي کاڌو اڪثر ناقص مقدار ۾ گهٽ ۽ غير معياري هوندو آهي. سڀني جيلن ۾ 56 سيڪڙو پڪا ۽ ڪچا قيدي پاڻ کاڌو تيار ڪن ٿا. ۾ جيل عملو سڀني پڪن ۽ ڪچن قيدين جو خرچ وصول ڪري ٿو.

4- قلم 678 هيٺ ٻارن کي راند روند جي سهوليت حاصل هوندي. سينٽرل جيل هري پور ڪانسواءِ ڪنهن بہ جيل ۾ ٻارن جي تفريح لاءِ راند روند جو ڪو بندوبست ناهي. جيلن ۾ راندين جو سامان اڻ لڀ آهي. 60 سيڪڙو جيلن ۾ ٽي وي - ٽيپ ريڊيو [illegible] شطرنج کيڏڻ جي سهوليت ناهي. جيل جي قائدن ۽ ضابطن مطابق قيدين کي فٽ بال ۽ والي بال کيڏڻ جي اجازت آهي. پر ڪنهن بہ جيل ۾ ان تي عمل نٿو ٿئي.

5- قلم 554 مطابق سڀني ڪچن ۽ پڪن قيدين کي ملاقات جي رعايت هوندي، ڪن جيلن ۾ ٻارن کي سندن مائٽن والدين ۽ دوستن سان ملاقات نٿي ڪرائي وڃي. جيلن ۾ ٻارن سان ملاقات جو ڪو موثر انتظام ناهي.

6- سڀني جيلن ۾ گنجائش کان وڌيڪ پڪا ۽ ڪچا قيدي هئا. ٻارن جي حالت خراب هئي.

7- قلم 1065 مطابق جيل عملي کي پنهنجو رويو مناسب رکڻو آهي ۽ قيدين کي غير ضروري چڙ ۽ پريشاني ڏيارڻ کان پاسو ڪيو ويندو. پر جيل عملو هن قلم جي کليو کلايو پيچ ڪڙي ڪري رهيو آهي. قيدين خاص ڪري نفسياتي طور ڊيڄاريو وڃي ٿو. هنن جي عزت نفس جو ڪو خيال نٿو رکيو وڃي.

8- قلم 679 مطابق سڀني قيدين کي هڪ ڪلاڪ تعليم ڏني ويندي. 60 سيڪڙو جيلن ۾ استاد رکيل ناهن. جن جيلن ۾ استاد رکيل آهن اتي پڙهائي ۾ باقائدگي ناهي. تعليم ۽ ٻين شغلن کان ٻار محروم رکيا پيا وڃن. ٻارن لاءِ ڪو خاص ڪورس نصاب مقرر ناهي. مذهبي تعليم پڻ نظرانداز ڪئي وڃي ٿي. جيلن ۾ مقرر ڪيل استاد گهٽ پڙهيل آهن. نفسياتي تعليم لاءِ ڪنهن بہ جيل ۾ سائيڪولاجسٽ ناهي. تہ جيئن هن جي ذريعي قيدين ۽ ڪيس هلندڙ ٻارن جي اصلاح ٿي سگهي.

9- قلم 681 هيٺ سڀني قيدين کي جماعت سان نماز پڙهڻ جي سهوليت ميسر هوندي. چارسده، مانسره،

صوابي، مردان، لڪي ۽ ڪرڪ جي جيلن ۾ نماز باجماعت پڙهڻ مشڪل آهي. سبب هي آهي ته هنن جيلن جي پڪيڙ گهٽ آهي. 10-478 مطابق هر قيدي کي پنهنجي مائٽن ۽ دوستن کي خط لکڻ جي سهوليت ميسر هوندي. گهڻن قيدين کي شڪايت آهي ته هنن جا خط سينسر ٿا ٿين.

11- قلم 800 مطابق هر مريض قيدي کي هڪ لوهي پلنگ هڪ گادلو ڪپهه سان ڀريل، هڪ غلاف به چادرون بستري جون هڪ سوٽي پهراڻ، هڪ پاجامو،ن هڪ ٽوال، سياري ۾ اوني جيڪٽ ۽ ڪمبل ملندا جيترا ميڊيڪل آفيسر ضروري سمجهندو. سرحد جي سيني جيلن ۾ مريض قيدين کي اهي سهوليتون ميسر ناهن.

12- جيلن ۾ ننڍي ڄمار جي ڏوهارين سان اهوئي سلوڪ روا رکيو وڃي ٿو. جيڪو عادي ڏوهارين سان روا رکيو وڃي ٿو. ٻارن کي ذهني ۽ جنسي تشدد جو نشانو بڻايو وڃي ٿو.

13- جيلن ۾ گهڻا ٻار جنسي بدفعلي، ڏاڙن، منشيات ۾ چوري ۾ ملوث ڏٺا ويا. معاشري جي ڏيان نه ڏيڻ سبب ٻار خطرناڪ ۽ قابل [illegible] ڏوهن ۾ ملوث ٿي چڪا آ[illegible] رياست به هن سلسلي ۾ پنهنجي ذميواري پوري نٿي ڪري ۽ نه ئي ٻارن جي [illegible] لاءِ موثر حڪمت عملي [illegible] زحمت ڪري ٿي.

14- جيل انتظاميه جي [illegible] تيل پاليسي آهي ته قيدين کي سندن حقن کان آگاهه نه ٿيڻ ڏنو وڃي. قيدين کي سندن حقن ۽ فرضن جي ڄاڻ ناهي، جيل انتظاميه پنهنجي ناهيل قانونن ۽ ضابطن تي عمل ڪري ٿي. هي عمل خوف هراس ۽ دهشت جي انهي پاليسي جو حصو آهي. جنهن کي جيل عملو امن امان رکڻ لاءِ ضروري ٿو سمجهي. جيڪو قيدي پنهنجا حق ڄاڻڻ لاءِ جيل قائدن جي ڪاپي گهري ٿو انهي کي سزا ڏني وڃي ٿي ۽ متانئس ٺٺولي ڪئي وڃي ٿي.

**فارشون**

1- معمولي قسم جي ڏوهن ۾ ملوث ٻارن کي جيل نه موڪليو وڃي. پر عدالتن جي ذريعي هنن کي اصلاحي مرڪزن موڪليو وڃي. هن سلسلي ۾ پوليس جي ذميواري هي آهي ته ا[illegible] FIR لکڻ کان اڳ اهڙن ٻارن جي والدين سان ر[illegible] طو رکي.

2- ملڪ جي سيني ضلعن ۾ ڏوهاري ٻارن لاءِ اصلاحي مرڪز قائم ڪيا وڃن. غير سرڪاري ادارا هن سلسلي ۾ بهتر ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

3- گهٽ ڄمار جي ڏوهارين جي قانوني ۽ انساني امداد لاءِ هڪ قومي ٽرسٽ قائم ڪيو وڃي. سرندي [illegible] ماڻهو ۽ ادارا هن ٽرسٽ ۾ عطيا ڏين.

4- ننڍي عمر جي ڏوهارين جي اصلاح ۽ کين معاشري جو بهترين شهري بڻائڻ لاءِ ٻاهرين ملڪن مان تجربا حاصل ڪيا وڃن. اتي ننڍي عمر جي ڏوهارين جي اصلاح جي مرڪزن جا دورا ڪرڻ گهرجن ۽ بهترين تجربن کي بنيادن بڻائي [illegible]ڳو ڪيا وڃن.

5- حڪومت کي غير سرڪاري تنظيمن جي تعاون سان ننڍي ڄمار جي ڏوهارين جي اصلاح لاءِ سيمينارن ۽ ورڪشاپن جو انتظام ڪرڻ گهرجي جن هن ۾ جيل عملي ۽ پوليس کي خاص دعوت ڏيڻ گهرجي.

6- سيني صوبائي حڪومتون ٻارن جي قانون تي عمل کي يقيني بڻائين. موجوده قانونن ۾ ترميم ڪري ان ۾ بهتري آندي وڃي.

7- سي[illegible] ڏوهارين ٻارن جي خلاف ڪيسن جي ٻڌڻي ٻارن لاءِ خاص عدالتن ۾ ٿيڻ گهرجي، جن جون سربراهه خواتين جج هئڻ گهرجن. هي عمل گڏيل قومن جي Juvenile جسٽس ڪورٽس رولز 1973 جي عين مطابق هوندو.

8- جن ننڍي ڄمار جي قيدين کي سندن والدين، مائٽن ۽ سرپرستن رد ڪري ڇڏيو آهي، انهن جي بحالي جي سلسلي ۾ مناسب ملڪ ۽ تربيت فراهم ڪئي وڃي. هن سلسلي ۾ زڪوات فلاحي ادارن ۽ بيت المال کاتن جو تعاون حاصل ڪري سگهجي ٿو.

9- رفارميٽري اسڪولز ايڪٽ 1893 ۽ بورسٽل انسٽي ٽيوشنز 1926 تي عمل ڪيو وڃي.

10- ننڍي ڄمار جي قيدين کي تعليمي سطح جي بلندي تي خاص رعايت ڏني وڃي ۽ سندن سزا کي امڪاني حد تائين گهٽايو وڃي.

11- ننڍي ڄمار جي قيدين جو لاڳيتو جائزو ورتو وڃي. مثبت تبديلي جي صورت ۾ هنن کي آزاد ڪيو وڃي.

12- قيدي ٻارن لاءِ ضمانت ۽ پروبيشن تي آزادي جا طريقا سولا بڻايا وڃن.

13- جديد تقاضائن مطابق تعليم هنر ۽ اخلاقي تربيت جي ضرورت متاهين آهي، ماهرين ذريعي اهڙي تربيت جو بندوبست ڪيو وڃي.

14- جيلن ۾ ٻارن کي عادي ڏوهارين کان پري رکيو وڃي. هنن کي سندن صحبت ۾ وڌو ٿيڻ نه ڏنو وڃي. ٻارن قيدين جي اصلاح لاءِ هر ڊويزن ۾ وڪيلن جي هڪ ڪاميٽي بڻائي وڃي ته جيئن بي وس ٻارن جي قانوني امداد ڪري سگهجي.

15- جيستائين ممڪن ٿئي ننڍي ڄمار جي ڏوهارين کي قيد جي سزا نه ڏني وڃي، ٻارن کي جيلن ۾ صرف انهي صورت ۾ موڪليو وڃي جڏهن انهي کانسواءِ ڪو چارو نه هجي.

رپورٽ: راحت علي

# صوبي سرحد جي جيلن ۾ قيد پارن خلاف ڪيسن جو تفصيل

| جيل جا نالا | 3Q/ ppc | 324/ ppc | 107/ ppc | 337/ PPc | 377/ ppc | 506/ ppc | 380/ ppc | 49/420 ppc | Islamic law | 17(3) | 20 5/10/11 | 379 | 3/4 | 9/14 | 40 FCR | 14 APO | ٽوٽل |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڊسٽرڪٽ جيل تيمر گرهه | 06 | 01 | 10 | - | 03 | 02 | 04 | 05 | 04 | 03 | - | 04 | - | - | - | - | **42** |
| سب جيل اپر دير | - | 0 | 04 | - | | 03 | - | - | - | - | - | - | 03 | - | - | - | **12** |
| جوڊيشل لاڪ اپ | 05 | 02 | - | - | 03 | 02 | 02 | - | - | - | 02 | - | 02 | - | - | - | **18** |
| سب جيل مانسره | 02 | - | - | - | - | - | - | - | - | 01 | | - | 01 | 01 | - | - | **05** |
| ڊسٽرڪٽ جيل ايبٽ آباد | 02 | 02 | 02 | - | 02 | 06 | - | - | - | | - | - | 02 | - | - | - | **16** |
| سينٽرل جيل پشاور | 12 | 10 | 15 | - | 02 | - | 08 | 02 | - | - | 03 | - | 20 | - | 08 | - | **85** |
| سينٽرل جيل هري پور | 04 | 02 | 07 | - | 05 | - | - | - | - | - | 04 | - | 08 | 05 | 05 | - | **42** |
| سب جيل چارسده | 01 | - | 02 | - | - | - | - | - | - | 01 | - | - | 03 | - | - | - | **07** |
| ڊسٽرڪٽ جيل سوات | 06 | - | 08 | - | - | - | - | 08 | - | 04 | - | - | 02 | - | - | 06 | **34** |
| ڊسٽرڪٽ جيل مردان | 04 | 06 | 04 | 01 | 02 | 03 | 02 | 04 | 05 | - | - | | 03 | - | - | - | **35** |
| ڊسٽرڪٽ جيل ڪوهاٽ | 02 | 05 | 05 | 04 | 02 | 06 | - | - | - | - | - | 01 | 06 | - | 05 | - | **39** |
| سب جيل بٽ گرام | 02 | 0 | 04 | 01 | 01 | 01 | 01 | - | - | 01 | 01 | - | 02 | - | - | - | **15** |
| سب جيل چترال | 04 | 03 | 02 | - | 03 | 02 | 01 | - | 02 | - | 04 | 01 | 03 | - | - | - | **25** |
| سب جيل نوشهره | - | - | - | - | - | - | - | - | 02 | - | - | - | 00 | - | - | - | **-** |
| سينٽرل جيل ڊي آءِ خان | 12 | 31 | 08 | 02 | 04 | 06 | 0 | 01 | - | 02 | 07 | 04 | 10 | - | - | - | **91** |
| ڊسٽرڪٽ جيل بنون | 06 | 07 | 06 | 01 | 02 | 04 | 01 | 02 | - | - | 04 | 05 | 04 | - | - | - | **43** |
| سب جيل ڪرڪ | 02 | 01 | 04 | 01 | - | - | 03 | - | - | - | 01 | 03 | 00 | - | - | - | **15** |
| سب جيل لڪي | 08 | 04 | 05 | 01 | - | - | 04 | - | - | - | 04 | - | 05 | - | - | - | **33** |
| سب جيل ٽانڪ | 02 | 0 | 01 | 01 | - | - | 01 | - | - | 01 | - | - | - | - | - | - | **07** |
| سب جيل ڏگر بونير | 05 | - | 07 | 00 | - | 03 | - | - | - | - | 03 | - | - | - | - | - | **18** |
| ٽوٽل | **85** | **78** | **94** | **12** | **29** | **38** | **29** | **22** | **23** | **23** | **33** | **18** | **54** | **06** | **18** | **06** | **582** |

## صحت

### لاڙڪاڻو

### گندگي جي خلاف احتجاج ڪندڙن تي انتظاميہ جو تشدد

19 ڊسمبر 1997 تي حيدري پاڙي- صديق ڪالوني ۽ گجنپور پاڙي وارن گندگي ۽ گندي پاڻي جي رستن ۾ گهڙڻ ۾ پکڙجڻ خلاف جلوس ڪڍيو. ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻي (جيڪو ميونسپل ڪارپوريشن لاڙڪاڻي جو ايڊمنسٽريٽر بہ آهي) جي آفيس جي سامهون پرامن احتجاج ڪيو ۽ ڪيس پنهنجي مسئلن ڪان آگاهہ ڪرڻ



جي ڪوشش ڪئي. ليڪن انهي ملاقات دوران شهري اتحاد جي اڳواڻ ۽ ڊپٽي ڪمشنر جي وچ ۾ تڪ مسئلي تي پئي. جنهن تي ڊپٽي ڪمشنر مجرجي اتي موجود پوليس وارن کي حڪم ڏنو تہ جيڪو بہ ماڻهو رستي تي احتجاج لاءِ نڪري ان کي سبق سيکاريو.

پوليس هن حڪم جي تعميل ڪندي احتجاج ڪندڙن تي تشدد شروع ڪيو. حيدري پاڙي جي شمس الدين سومرو جو هڪ ڏند پڇي پيو. ٽنگ ۾ ڏڪ لڳس ۽ متو ڦاٽي پيس. اڌبيهوشي جي حالت ۾ کيس چانڊڪا ميڊيڪل اسپتال پهچايو ويو ۽ داخل ڪيو ويو.

ان ڪان پوءِ شهري اتحاد جا ڪارڪن 20 ڊسمبر تي رات جو لاڙڪاڻي شهر جي اسٽيشن روڊ تي ڌرڻو ڏئي ويهي رهيا. انهي دوران ڏي ايس پي عبدالخالق آرائين جي اڳوائي ۾ 6 SHOs سان پوليس جا وڏا اٿالا آيا ۽ ڌرڻي ۾ شامل سڀني ماڻهن کي مختلف ٿاڻن تي وٺي ويا. اتي شهري اتحاد جي ڪارڪن مٿان بي انتها تشدد ڪيو ويو. سڀ کان زياده تشدد جو نشانو شهري اتحاد لاڙڪاڻي سٽي جو صدر خاڪسار حاجي نثار احمد شيخ بنيو. جنهن کي حيدري پوليس ٿاڻي تي اذيت جو نشانو بڻايو ويو. جنهن جو ثبوت هي جون تصويرون آهن. انهي ڪانسواءِ جن ٻين ماڻهن تي تشدد ٿيو. انهن ۾ غلام نبي ڪچي، علي اڪبر شيخ، نجف علي شاهہ، سڪندر علي گوپانگ، عبدالرزاق، اسد علي، رستم علي، غلام نبي ساجهل، محمد اسماعيل، غلام سرور شيخ، غلام نبي مغل، ارشاد شيخ، مير گل محمد جمالي ۽ امداد شيخ شامل آهن.

هن واقعي جي حوالي سان سوال اٿن ٿا تہ:

1- ڇا جمهوري دور ۾ انساني حق جي شديد اهڙين پيچ ڪڙين جي واقعن ۾ سرڪاري ملازمن جو رويو مناسب آهي؟

2- ڇا اسان جي ملازم آفيسرن ۾ قوت برداشت جي اينتري کوٽ هئڻ ڳڻتي جوڳو ناهي تہ هو شهرين جي مسئلن کي پرامن ۽ خوش اسلوبي سان حل ڪري سگهن؟

3- عوام ۽ انتظاميہ وچ ۾ اينترو پري هئڻ جو ڪهڙو سبب آهي. جو بنهي گڏجي مسئلا حل ڪرڻ نٿي ڏي؟

4- ڇا عوام طرفان حق گهرندڙن کي تشدد ذريعي دٻائڻ ڪنهن مهذب معاشري جي خبر ڏي ٿو؟

5- ڇا اسان جي ملڪ ۾ شهري يا بنيادي حق گهرندڙن لاءِ هٿڪڙيون ۽ پوليس لاڪ اپ جو استعمال جائز آهي؟

**جام جمالي**

### شازيہ جو قاتل ڪير؟

چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج جي ملازمن جي رهائشي ڪالوني ۾ رهندڙ ملازم رجب علي سومرو جي 7 سالن جي ڌيءَ شازيہ سومرو 98-1-9 تي صبح جو گهران راند ڪيڏڻ لاءِ نڪتي هئي ۽ اوچتو هڪ کليل گٽر ۾ ڪري زندگي جي حق کان محروم ٿي وئي. HRCP جي رپورٽر جي چند ڇانڊ ڇاڻ تي پيرا ميڊيڪل ائسوسيئيشن جي هڪ اڳواڻ چيو تہ ڊرينيج جو نظام صحيح ڪرڻ لاءِ لکين رپين جا ٺيڪا ڏنا ويا آهن. ليڪن رشوت خوري سبب ڪم ڪوبہ نہ ٿيو. بل پاس ڪيا ويا. سروير جي رپورٽ ۾ سمورو ڪم مڪمل ڏيکاريو ويو. ليڪن ڪنرا مين هول کليل هئا. انهن مان ئي هڪ ۾ شازيہ جي حياتي هلي وئي. ڪنهن اهلڪار خلاف قتل يا اقدام قتل جو ڪيس داخل نہ ٿيو.

**غالم حنيف سانگي**

### اسڪردو

### گونش - تعلقہ ۽ سب ڊويزنل اسپتالن ۾ ليڊي ڊاڪٽر ناهي

بلتستان جي سيني گونش، تعلقہ سب ڊويزن ۽ ضلعي ۾ قائم اسپتالن ڊسپينسرين ۾ ڪنهن ۾ بہ ليڊي ڊاڪٽر ناهي. عورتون بيمار ٿينديون آهن تہ هنن کي ڏورانهين جابلو ڏکين رستن تان گذري ڏگهو سفر ڪري ۽ بنهنجي حيثيت کان ٻاهر خرچ برداشت ڪندي ڊسٽرڪٽ هيڊ ڪوارٽر اسپتال اسڪردو پهچڻ ٿيون. مگر هن اسپتال ۾ ٻن هڪ بہ ليڊي سرجن، ليڊي ميڊيڪل اسپيشلسٽ، ليڊي گائنا ڪولاجسٽ، سرجن، الٽرا سائونڊ اسپيشلسٽ، ليڊي چائلڊ اسپيشلسٽ اک ڪن ۽ زبان (E.N.T) ليڊي اسپيشلسٽ، ليڊي اسڪن (Skin) اسپيشلسٽ بلڪل موجود نہ هئڻ ڪري سڀ مريض عورتون پنهنجون ٻاهريون ۽ لڪل بيماريون مرد ڊاڪٽرن کي نٿيون ٻڌائي سگهن چو تہ ماحول جي گهٽ سوچ دقيانوسي تربيت مرد ڊاڪٽرن جي سامهون اچڻ کان بچي رهڻ جي ڪوشش ۾ صحيح علاج نہ ٿيڻ سبب نت نين بيمارين ۾ مبتلا ٿي ۽ نيٺ موت جو شڪار ٿيو وڃن.

**عبدالله ڪريم**

### شيخوپورہ

ليڊي ڊاڪٽر ڪانسواءِ 5ڪروڙن جي اسپتال مريدڪي جي پرياسي جي ٽي لک آبادي لاءِ عورتن جي اڪيلي ليڊي اسپتال جط بلديہ مريدڪي جي نگراني هيٺ ڪم ڪري رهي آهي. ٽن چئن مهينن کان ليڊي ڊاڪٽر بدلي ٿي چڪي آهي. ۽ اسپتال دائين جي رحم ڪرم تي هلي رهي آهي. ليڊي ڊاڪٽر نہ هئڻ ڪري ويم دوران خرچ پرڻ جي سگهہ رکندڙ عورتن کي خانگي ويم گهرن جا گرا خرچ پرنا ٿا پون. 5 ڪروڙ رپين جي وڏي رقم سان تعمير ٿيل هن تعلقي اسپتال جي گائنا ڪولاجسٽ فيصل شهيد اسپتال گوجرانوالا ۾ ڪم ڪري رهي

آمي. جڏهن ته پگهار مريدڪي اسپتال مان کڻي رهي آهي. ليڊي ڊاڪٽر نه هئڻ ڪري خاص ڪري غريب حامله عورتون پريشان آهن.

**رياض شاهد**

**ڄامشورو**

## تحفظ ماحوليات جي تنظيم NGO رجسٽريشن کان محروم

تحفظ ماحوليات جي هڪ غير سرڪاري تنظيم . حڪومت سنڌ جي سوشل ويلفيئر رجسٽريشن ايڪٽ هيٺ رجسٽر ٿيڻ لاءِ درخواست ڏني هئي، پر لاڳاپيل آفيسرن اهو چئي درخواست رد ڪري ڇڏي ته تحفظ ماحوليات جي تنظيمن (NGOs) کي رجسٽريشن نٿي ڏني وڃي. ۽ هي صلاح ڏني ته تنظيم تبديل ڪري رجسٽر ڪرايو. ماحول جي تحفظ لاءِ سرگرم رهندڙ تنظيمن(NGOs) کي رجسٽر نه ڪرڻ عجيب ڳالهه آهي.

**احمد علي**

**گهوٽڪي**

## هڪ ڊسپوزل سرنج سان 40 انجيڪشن

هتي سول اسپتال ۾ مريضن ۾ استعمال ٿيل ڊسپوزل سرنج جو بار بار استعمال ڪيو وڃي ٿو. هن سلسلي ۾ جڏهن اسپتال جي ڊسپينسري وارڊ جو مشاهدو ڪيو ويو ته . معلوم ٿيو ته اسپتال ۾ 20 کان 40 مريضن کي هڪ ئي پيرو استعمال جوڳي سرنج سان انجيڪشن ڏني وڃي ٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته سڄو سڄو ڏينهن هڪ ئي ڊسپوزبل انجيڪشن مان ڪم ورتو وڃي ٿو. اهڙي طرح صحت حاصل ڪرڻ لاءِ اسپتال ايندڙ ٻهراڙي ۽ شهر جا ماڻهو ٻين بيمارين جا جراثيم پنهنجي جسم ۾ کڻي واپس ويندا آهن. هن علائقي ۾ نانگ جي ڏنگ ۽ ڪتي جي چڪ جا واقعا ٿين ٿا. ليڪن ان علاج ۾ ڪم ايندڙ ويڪسين هڪ مدت کان موجود ناهي. سرڪاري ڊاڪٽرن جي نجي ڪلينڪن تي مهانگي اگهن تي ويڪسين موجود هوندي آهي.

**الهورايو بوزدار**

**ٺٽو**

## ڪارخانن مان زهريلو دونهون ۽ گيس

ميرپور بٺورو جي حيدري پاڙي ۾ قائم رائس مل ۽ برف خاني مان خارج ٿيندڙ زهريلي دونهين دز ۽ امونيا گيس سبب پوري علائقي ۾ ڪنگهه، دز، الرجي، خارش ۽ ٽي بي جهڙين بيمارين پکڙي رهيون آهن. حيدري محلي وارن ٻڌايو ته جاٿايل ڪارخانن جي زهريلي دونهين امونيا گيس ۽ دز سبب هن جي خاندان جا 20 ماڻهو گذريل ٻن سالن ۾ فوت ٿي چڪا آهن. انهن مري ويلن ۾ ٻن سالن جو منصور ٽن سالن جي حسينه ڏي امين ائن سالن جو عرس ولد عثمان، ٻن سالن جو قادر بخش، ٻن سالن جي ٻارڙي آسيه، 26 سالن جو نوجوان بچو، 21 سالن جو نوجوان چڱي ڏنو شامل آهن. هن وقت به علائقي جا معصوم ٻار طاهران ڄمار 6 مهينا ۽ 3 سالن جي ساران ڏيءَ اعظم شخ ٽي بي ۾ ورتل آهن. علائقي جا ماڻهو گذريل ڪيتري عرصي کان لاڳاپيل اعليٰ آفيسرن کي هن ڏس ۾ درخواستون ڏيندا آيا آهن، پر جاٿايل مسئلي جي حل لاءِ ڪير به دلچسپي نٿو وٺي.

**سڪندر لال**

**قلات**

## ڊسٽرڪٽ هيڊ ڪوارٽر اسپتال جي خراب حالت

ڊسٽرڪٽ اسپتال قلات سڄي ضلعي جي اڪيلي اسپتال آهي، جتي ضلعي جي ڀري ڀري جا ماڻهو علاج لاءِ ايندا آهن. هن اسپتال ۾ MBBS ڊاڪٽر موجود آهن، پر علائقي جي اڪيلي اسپتال هئڻ باوجود هتي نه ڪو سرجن آهي نه ڪو ٻيو اسپيشلسٽ موجود آهي ۽ نه ئي مريضن کي اهي سهوليتون ميسر آهن. جيڪي ڪنهن اسپتال ۾ لازمي هئڻ گهرجن. صفائي وارو عملو اسپتال جي صفائي تي ڌيان نٿو ڏي ۽ ايمرجنسي وارڊ ۾ اچڻ کان اڳ سرنج ۽ ٻيون دوائون پاڻ آڻيون ٿيون پون. هن اسپتال ۾ ضروري ۽ معمولي سامان به ميسر ناهي. دوائون ۽ ٻيو ضروري سامان مريضن کي خود بازار مان خريد ڪرڻو ٿو پوي. ڊاڪٽر پنهنجي ذاتي ميڊيڪل اسٽورن تي گهڻو ڌيان ڏين ٿا.

رات 8 بجي کانپوءِ ڪو ڊاڪٽر موجود نه هوندو آهي. صرف ڊسپينسر هوندا آهن. انهي ڪري مريضن کي ڪوئيٽه سول اسپتال نيو ويندو آهي. جيڪو خرچ هن مهانگائي جي دور ۾ غريب ته ڇا وچولي طبقي جا ماڻهو به برداشت نٿا ڪري سگهن. اسپتال جي گائني وارڊ ۾ دايون به ڊاڪٽر بڻيل آهن.

**ايم اي قمبراڻي ايڊووڪيٽ**

(بلوچستان جي وزير صحت کي ٻين شهرين سان گڏجي درخواست موڪليو شايد ڪجهه ٿي پوي)

**بدين**

## هي ڊسٽرڪٽ سول اسپتال سڏائجي ٿي

سول اسپتال هن ضلعي جي سڀ کان وڏي اسپتال آهي. هتي ڳوٺن کان هزارن جي تعداد ۾ بيمار علاج لاءِ ايندا آهن ۽ بي وسي جو شڪار ٿيندا آهن. 1980 کان قائم هن اسپتال ۾ ٻه ڊزن مرد ۽ ڊزن کن ليڊي ڊاڪٽر مقرر آهن. مگر ڊيوٽي دوران رڳو سرڪاري ڪاغذن ۾ حاضر هوندا آهن. پيرا ميڊيڪل اسٽاف ۾ پڻ ڊيوٽين تان غائب رهڻ جو رواج عام آهي. ايڪسري وغيره نالي ڪا شيءِ هتي هوندي ناهي.. چيو وڃي ٿو مشين خراب آهي. ليبارٽري رڳو بلڊنگ جي حد تائين موجود آهي. مريضن کي دوائون ۽ ڊسپوزل سرنج به پنهنجي پئسن سان وٺڻيون پونديون آهن. شهر ۽ ٻهراڙين مان ڪتي جا ڪاٽل مريض به هن اسپتال ۾ ايندا آهن، اڳ اسپتال ۾ هنن لاءِ انجيڪشن ملندي هئي. هاڻي اها به موجود ناهي.

**چندر لال ڪيسراڻي**

(سائي اوهان ۽ بدين جا شهري وزير صحت سنڌ ۽ سيڪريٽري صحت کي شڪايت لکي موڪليو)

# شهري مسئلا

ميرپور خاص

شهر صحت ۽ صفائي ۽ ناجائز حد دخلين سبب بدترين مسئلن جو شڪار ٿي چڪو آهي. ميرپورخاص بلديہ جي مجرمانہ غفلت ڊرينيج سسٽم واٽر سپلاءِ سسٽم ۽ رستن جي نظام کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي ۽ شهرين کي مستقل عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي.
خرابي جي شروعات 1983ع کان بلدياتي چوندن کان پوءِ ٿي. جڏهن مقامي سطح تي سياسي پيج ڊاهہ ۽ حامين کي قابو ۾ رکڻ لاءِ انهن مٿان بي جا نوازشن ۽ ميونسپل وسيلن جي بي رحمانہ استعمال جي ڪري ترقياتي منصوبا ۽ لوڪل سوڪ سسٽم Local Civic System جي نظرداري ۽ سڌاري تان ڌيان هٽايو ويو. انهي پيج ڊاهہ جو فائدو وٺندي بلدياتي اهلڪارن کي راند کيڏڻ جو موقعو مليو. صورتحال جو مختصر جائزو هيٺ ڏجي ٿو.
1- صحت ۽ ڊرينيج سسٽم 2- واٽر سپلاءِ 3- رستا ۽ گهٽيون 4- ناجائز حد دخليون 5- گدلاڻ 6- رهائشي اسڪيمون.

## صحت صفائي ۽ ڊرينيج سسٽم

صحت صفائي جو مسئلو هن وقت سر فهرست آهي. ڇو تہ ڊرينيج سسٽم جي مڪمل تباهي جي باعث جڳهہ جڳهہ گندو پاڻي رستن ۽ گهٽين ۾ بيٺو ڍيڍ جو منظر پيش ڪري رهيو آهي ۽ غلاضت ۽ گند جا ڍير ناقص. ڪارڪردگي جو زنده مثال آهہ. خاص ڪري سيٽلائيٽ ٽائون- اسڪيم نمبر 11، پيان سنگهہ آباد، سومرا پاڙو، والڪرٽ، ڪڏ پلاٽ، غريب آبا، لال چند آباد هيرآباد، مير جو پلاٽ، عزيز آباد، ڊولڻ آباد، نٽ پاڙو، محمود آباد، ٿامس آباد، حميد پوره ڪالوني، ڪار پاڙو، نائي پاڙو، نشتر آباد، شيوا جي روڊ، صرافہ شاهي بازار وغيره شامل آهن. حد تہ اها آهي معمولي صفائي بہ صحيح طريقي سان نٿي ڪئي وڃي. جيڪا صورت حال کي وڌيڪ خراب ڪريو ڇڏي. جيتوڻيڪ ميونسپل وٽ صفائي عملو تمام گهڻي تعداد ۾ آهي، پر انهن جو سڄو ڌيان پرائيويٽ ڪم تي آهي ۽ سينيٽري اسپيڪر ۽ بلديہ آفيسرن کي هنن طرفان ماهانہ ڀتي جون خبرون بہ آهن. مينهن ۽ ٻين جانورن جا واڙا بہ صورتحال کي وڌيڪ خراب ڪن ٿا. جن جو ڇيڙو نالين ۾ وهايو ويندو آهي. جنهن سان ڪيترن قسمن جون وبائي بيماريون پيدا ٿي رهيون آهن. گندگي جي ڪري مڇرن، ڪيڙن، ماڪوڙين ۽ ٻين جيتن ۾ واڌ ٿيندي وڃي ۽ انهن جي خاتمي ۽ بيمارين کان بچاءُ لاءِ هڪ عرصي کان بلديہ ۽ ٻين ادارن اسپري ناهي ڪيو.

## واٽر سپلاءِ سسٽم

شهرين لاءِ پيئڻ جي صاف پاڻي جي فراهمي بہ هڪ سنگين مسئلو بنيل آهي. واهن جي ساليانی صفائي وقت وارا بندي جي موقعي کانسواءِ پڻ اڪثر پاڻي جي سپلاءِ معطل ٿي ويندي آهي. جنهن ڪري شهري سخت پريشان ٿا رهن. جيڪو پاڻي فراهم ڪيو ٿو وڃي اهو بہ گدلو ۽ صحت لاءِ نقصانڪار هوندو آهي. جيتوڻيڪ شهر ۾ پاڻي جي سپلاءِ لاءِ 3 فيز آهن. مگر مناسب سار سنڀال نہ هئڻ ڪري پاڻي جي تلائن ۾ سوين ٽن مٽي ڄمي ويئي آهي. ذخيرو ڪيل پاڻي کي فلٽر ڪرڻ کانسواءِ سپلاءِ ڪيو ويندو آهي ۽ ساليانو واهن جي وارا بندي دوران پڻ واهن، شاخن ۽ تلائن جي مڪمل صفائي بجاءِ رڳو خانہ پوري ڪئي ويندي آهي. واضح رهي تہ منتزائو ويسٽ برانچ مان جرواري شاخ جي زريعي پاڻي سيٽلائيٽ ٽائون ۾ واقع تلائن ۾ ايندو آهي. هي شاخ مڪمل طور غير محفوظ ۽ مخدوش حالت ۾ آهي. جنتي اڪثر رستي ۾ ماڻهو وهنجندا ۽ ڪپڙا ڌوئيندا نظر ايندا آهن. انهي کان سواءِ شاخ جي پاسن کان زمينن جو استعمال ٿيل ڪيميڪل وارو پاڻي بہ وڌو ويندو آهي. تازو جرواري شاخ ۾ هڪ مئل گڏهہ ڏٺو ويو. جنهن جي خبر ۽ تصوير اخبارن ۾ ڇپي پر پبلڪ هيلٿ وارن نڪ جي ڏاڍائي ڪندي ليٽر پيڊ تي هڪ دلچسپ وضاحت ڪئي تہ مرده جانور گڏهہ نہ پر ڪتو هو. هونئن بہ اڪثر شاخن ۾ جانور گهمندا ۽ پاڻي پيئندا نظر اچڻ جي شڪايت عام آهي. انهي صورتحال مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حقيقت ڇا آهي؟ انهي کانسواءِ ڪن هنڌن تي واٽر سپلاءِ جون لائنون ٽٽڻ ڪري گندي پاڻي جي لائينن سان ملي ويون آهن. جنهن ڪري اڪثر علائقن ۾ ماڻهو بدبودار ۽ صحت لاءِ نقصانڪار پاڻي استعمال ڪرڻ تي مجبور آهن.
هتي هي وضاحت ضروري آهي تہ تازو ڊپٽي ڪمشنر جي ڪوشش سان چنن مان هڪ تلاءُ جي صفائي ڪري بي حساب مٽي ڪڍي وئي. جيڪا گاما اسٽيڊيم ۾ وڇائي ويندي، ليڪن ٻي تلاءُ اڃا باقي هئا تہ پيئسن نہ هئڻ جو بهانو بنايو ويو. بهرحال گدلي پاڻي سان شهر ۾ پيٽ جون بيماريون وڌي ويون آهن ۽ ڪيترا ماڻهو پيٽ جي تڪليفن جو دائمي شڪار ٿي چڪا آهن.

## رستا ۽ گهٽيون

شهر جي ڪجهہ مرڪزي روڊن کي ڇڏي باقي رستا ۽ گهٽيون آثار قديم ۾ تبديل ٿي چڪا آهن. خاص ڪري گهٽين جي حالت ڏاڍي خراب آهي. ميرپورخاص ۾ گهٽين کي پڪو ۽ مرمت جو ڪم 1979 ۾ بلدياتي چوندن ۾ چونڊيل نئين قيادت ڪيو هو. جنهن کانپوءِ هي سلسلو رڪجي ويو. خاص ڪري سوئي گيس جون لائينون وڇائڻ کانپوءِ گهٽيون ۽ رستا اکڙجي ويا آهن، جن جا پيچ ورڪ نہ ٿيا آهن. گهٽين ۽ ننڍين رستن تي پاڻي يا گيس ڪنيڪشن حاصل ڪرڻ لاءِ بلديا کان اين او سي ٺائين نٿو ورتو وڃي ۽ اين او سي حاصل ڪيو بہ وڃي پوءِ بہ بلديا کوٽين ۽ کڏن جي مرمت نٿي ڪرائي وڃي. انهي کانسواءِ گهٽين ۽ رستن تي عمارتي ملبو ۽ اڏاوتي سامان بہ رستو بند ڪري واٽهڙن لاءِ رڪاوٽ جو سبب آهي. هن ملبي کي هٽائڻ لاءِ ڪو خاطر خواهہ انتظام نٿو اچي. جيتوڻيڪ اين او سي جاري ڪرڻ وقت بلديا هنن کان هڪ ڳري رقم وٺندي آهي.

## ناجائز حد دخليون:

ناجائز حد دخلين شهر جي رهيل خوبصورتي کي غارت ڪري ڇڏيو آهي. حالت هي آهي تہ مصروف ڪاروباري مرڪزن ۽ شاهراهن تي پيادو هلڻ وارن لاءِ رستو ناهي بچيو. ڪيترا ڀيرا ناجائز حد دخليون هٽائڻ لاءِ مهم شروع ڪئي وئي پر ڪو نتيجو نہ نڪتو. ايم اي

جناح روڊ، گردو وارهہ بلڊنگ، مدينہ مسجد روڊ، صرافہ شاهي بازار، پراڻي سبزي منڊي، مارڪيٽ چوڪ، ڪسڪ پورہ، ميرواهہ روڊ، اسٽيشن روڊ، عمرڪوٽ روڊ، سر سيد روڊ، هير آباد روڊ وغيرہ پوري طرح حد دخلين جي لپيٽ ۾ آهن. ڪسڪ پورہ جيڪو گهڻو ڪري عورتن جي خريداري جو مرڪز آهي. هتي ناجائز حد دخلين سبب عورتن کي شديد مشڪلاتون ڏسڻيون ٿيون پون ۽ هو نازيبا سلوڪ جو شڪار بڻجيو وڃن. سبزي منڊي اناج منڊي ۾ ڳڀون ترڪون دڪاندارن جو سامان وغيرہ لاهيندي چاڙهيندي ڏٺيو نوبون آهن. بلڪ سبزي منڊي، گردوارہ بلڊنگ، ميرواهہ روڊ ۽ ڪسڪ پورہ ۾ گاڏي وارن ۽ ڦڙي وارن پوري رستي تي قبضو ڪري رکيو آهي. هي ماڻهو پنهنجو فالتو سامان ۽ سڙيل ميوو رستن تي اڇليندا آهن، جنهن سان رستو بند ٿي ويندو آهي ۽ گندگي ۾ واڌ ٿئي ٿي. اسٽيشن روڊ ۽ ايم اي جناح روڊ تي ڪاڌي پيتي جون شيون وڪرو ڪندڙن فٽ پاٿ تي قبضو ڪري رکيو آهي. سامان ۽ ڪرسيون رستي تي وڇائي رستو سوڙهو ڪري ڇڏيو اٿن نتيجي ۾ ماڻهو رستي تي هلڻ تي مجبور آهن جنهن ڪري ننڍا وڏا حادثا ٿيندا رهندا آهن. عمرڪوٽ روڊ جتي ـ بوائز هاءِ اسڪول آهن مڪمل طور ترڪ اسٽينڊن ۾ تبديل ٿي چڪو آهي ۽ ترڪن جي اچ وڃ سبب شاگردن جون حياتيون هر وقت خطري ۾ آهي. هن روڊ تي واقع ترڪ اڏن کي ڪيترا ڀيرا شهر کان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، پر اهو ڪم اڃا نہ ٿي سگهيو آهي، سر سيد روڊ تي ڪپرو بس اسٽينڊ کان فتح مسجد چوڪ تائين تانگن وارن جي مڪمل اجارہ داري آهي. انهي رستي تي عمارتي سامان وڪڻندڙ دڪاندارن ڪيترا فٽ رستو روڪي رکيو آهي. انهي کان سواءِ هر هنڌ غير قانوني رڪشا ۽ تانگا اسٽينڊ بڻجي چڪا آهن. غير قانوني پارڪنگ بہ معمول بڻجي چڪي آهي. انهن سڀني ڪري رستو سوڙهو ٿي ويو آهي. ٽريفڪ جي اچ وڃ ۾ رڪاوٽ سبب ٽريفڪ جام ٿيو وڃي. اطلاع آهن تہ تانگن، رڪشائن، ترڪن ۽ گاڏن وارن کان باقائدي ڀتو وصول ڪيو ٿو وڃي. جڏهن تہ دڪاندار خود منتلي جي بنياد تي پنهنجي دڪانن جي سامهون اڏا ۽ پاٿاريون قائم ڪرائيندا آهن. ناجائز حد دخليون ختم ڪرائڻ ۾ ڪنهن کي دلچسپي ناهي. وڏيڪ هي تہ شهر جي ڪيترن رستن کي ون وي ڪيو ويو آهي. ليڪن ون وي جي پيچ ڪڙي عام ڳالهہ آهي ۽ هي سڀ ڪجهہ ٽريفڪ پوليس جي موجودگي ۾ ٿي رهيو آهي، جيڪا مصلحت هيٺ اکيون بند ڪريو ويٺي آهي.

## گدلاڻ

تازين برساتن کان پوءِ شهر ۾ گدلاڻ خطرناڪ حد تائين وڌي چڪي آهي ۽ گدلاڻ جو جن تيزي سان عوام جي صحت کي چلنٽي رهيو آهي. گندگي جي ڪري ڏپ پکڙڻ ۽ هر وقت مٽي ۽ ڏوڙ جي ڪري ماڻهو ساهہ، گلي ۽ ٻين بيمارين ۾ مبتلا ٿي پيا آهن. گدلاڻ جو هڪ سبب مال ڍوهڻ ۽ مسافري لاءِ استعمال ٿيندڙ گاڏين ۾ جو تيل جانو پڻ آهن، جن جو ڇيٽو گهڻين ۽ رستن تي هر هنڌ نظر اچي ٿو ۽ هو اسان گڏ اڏامي ڪاڌي پيتي جي شين ۽ ساهہ ذريعي انساني جسم اندر داخل ٿئي ٿو. جنهن ڪري ڪئين بيماريون ٿين ٿيون. دونهون ڇڏيندڙ گاڏيون سائيلنسرن کانسواءِ موٽر سائيڪلرن ۽ رڪشا بہ فضا کي گدلو ڪرڻ سان ذهني اذيت پهچائي رهيا آهن. جن کي روڪڻ جو ڪو انتظام ناهي. شهر ۾ مناسب تعداد ۾ وڻن ۽ ساوڪ جو بہ انتظام ناهي. جيڪو گدلاڻ کي گهٽائڻ جو باعث بڻجي. جڏهن تہ پراڻا وڻ ۽ ساوڪ بہ وقت جي هٿان ختم ٿي ويا آهن يا هن کي وڏي تجارتي مقصدن لاءِ ڪم آندو ويو آهي شهر جي پارڪن جو نالو نشان ناهي، انهن هنڌن کي ڪمرشل ۽ رهائشي مقصدن لاءِ استعمال ۾ آندو ويو آهي، هاڻي رڳو هڪ پارڪ گلستان بلديہ موجود آهي، جنهن جي بہ حالت خراب آهي. اسٽيشن روڊ تي وڻ لڳائڻ لاءِ رستي جي وچ ۾ جيڪا قطار ناهي وئي آهي، انهي ۾ گند ڪچرو وڌو وڃي ٿو ۽ دڪاندار خاص ڪري ڪڙهائي گوشت وارا بچيل ڪاڌو انهي ۾ وجهن ٿا، مطلب تہ وڌندڙ گدلاڻ کي روڪڻ لاءِ ڪا سنجيده ڪوشش نہ ڪئي وئي آهي ۽ پارڪ وغيرہ ناهڻ تي پڻ ڪو ڌيان نہ ڏنو ويو آهي. جيتوڻيڪ شهر ۾ اهڙا هنڌ آهن جتي ننڍا وڏا پارڪ ناهي گدلاڻ کي گهٽائي ۽ شهرين کي تفريح ۽ سڪون فراهم ڪري سگهجي ٿو.

## رهائشي اسڪيمون

شهري مسئلن ۾ اضافي جو هڪ سبب رهائشي اسڪيمون بہ آهن. نت نين رهائشي اسڪيمون گذريل ڪجهہ سالن کان شروع ڪيون ويون آهن، هنن اسڪيمن ۾ عوام لاءِ چڪيندڙ ترغيبون رکيون وڃن ٿيون. ليڪن عملي طور بنيادي سهوليتون بہ موجود نہ هونديون آهن، اهي سبب ماڻهن لاءِ مٽي جو سور بڻجن ٿا ۽ گهڻن ماڻهن کي پلاٽن جي رجسٽري نٿي ڪري ڏني وڃي. ڪڏهن ڪڏهن تہ زمين جو اگهہ وڌڻ تي قسط نہ ڀرڻ يا ڪو ٻيو بهانو ڪري پلاٽ جي الاٽمينٽ رد ڪري مهانگي اگهہ وڪيا وڃن ٿا. حد تہ هي آهي تہ پلاٽن جي الاٽمينٽ رد ڪرڻ کانپوءِ متاثر ماڻهو ڪيترا مهينا پيا ريل رقم جي واپسي لاءِ اسٽيٽ ايجنسي جا چڪرا ڪاٽيندا رهن ٿا. مطلب تہ لينڊ مافيا جون من مستيون روڪڻ لاءِ ڪي قدم نٿا کنيا وڃن. مٿي ڄاڻايل مسئلن جو شمار تہ ڪجهہ نمايان ۽ وڏن مسئلن ۾ ٿئي ٿو. جن کانسواءِ پڻ ڪيترا ننڍا ننڍا مسئلا اهڙا آهن جن سان عام ماڻهو جو روزانو واسطو پوي ٿو پر مسئلن جي حل لاءِ پڻ نوس منصوبا يا حڪمت عملي نہ جوڙي ويئي رڳو زباني جمع خرچ کان ڪم ورتو پيو وڃي.. هر حڪومت اڳوڻي حڪومت کي انهن ربو ذميوار ٿي سڏي جيڪو مسئلي جو حل ناهي.

جيتوڻيڪ اڳوڻي حڪومت ۾ 10 ڪروڙن جي تخميني سان 1996 ۾ واٽر سپلاءِ ۽ ڊرينيج سسٽم جي سڌاري لاءِ هڪ رٿا جوڙي وئي هئي، جنهن لاءِ تعمير سنڌ پروگرام هيٺ اڍائي ڪروڙ رپيا رکيا ويا هئا ۽ هن سلسلي ۾ سروي بہ مڪمل ٿي چڪي هئي. جنهن تي 16 لک رپيا خرچ ٿيو جيڪڏهن انهي منصوبي کي پورو ڪيو وڃي تہ شهر جي حالت ڪافي حد تائين درست ٿي سگهي ٿي. انهي کانسواءِ پارڪ قائم ڪرڻ ۽ راندين لاءِ ميدانن جي حالت تي مناسب ڌيان ڏيڻ گهرجي تہ ماڻهن کي تفريح ۽ ذهني ۽ جسماني صحت لاءِ مناسب جڳهيون ميسر ٿي سگهن ٿيون. اهڙي طرح ناجائز حد دخلين خلاف مستقل مهم هلائي ماڻهن کي تڪليفن کان بچائي سگهجي ٿو.

**رپورٽ اختر حسين بلوچ**

( ابتري قدر خرابين جي باوجود بڙهيل لکيل شهري صورتحال کي بهتر بنائڻ لاءِ کهڙي عملي ڪارروائي ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا. بلديہ انتظاميہ چونڊيل نمائندن وزيرن ۽ سنڌ جي وڏي وزير کي لکيت ۾ شڪايتون ٽپال ذريعي روانيون ڪري سگهجن ٿيون. معزز شهري پرامن ۽ خاموش مظاهرا ڪري سگهن ٿا. ادارو )

# دهشتگردي مخالف محاذ طرفان پيش ڪيل يادداشت

لاهور - 22 جنوري 1998 تي "دهشتگردي مخالف محاذ" جي نمائنده وفد هڪ يادداشت وفاق جي نمائندي گورنر پنجاب جناب شاهد حامد کي پيش ڪئي...... يادداشت جو متن هيٺ ڏجي ٿو.

گذريل ڏهن سالن ۾ پاڪستان ۾ مذهبي انتها پسندي ۽ فرقي وار تشدد ۾ بي پناهه واڌ ٿي آهي. فرقيوارائي ۽ تشدد پريل مقصدن جي دعويٰ ڪندڙ تربيت ورتل ۽ هٿياربند مذهبي انتها پسندن انيڪ تنظيمون ٺاهيون آهن. ڇڙ ڏياريندڙ تقريرن ۽ تحريرن جي طوفان مختلف مذهبي گروپن جي وچ ۾ پر امن طريقي ۽ بقا سان گڏجي رهڻ کي ڦٽائي وڌو آهي. هن صورتحال جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل تشدد سوين جانيون ورتيون آهن. انهي ڪانسواءِ سرڪاري ۽ خانگي شعبي کي ڳرو نقصان [illegible] آهي. هنن واقعن ۾ مرندڙ بي گناهه شهرين ۾ عام شهري ۽ اهم عهدن تي ڪم ڪندڙ سرڪاري اهلڪار بہ شامل آهن لاهور ۾ فرقيوارائي تشدد جي تازي واقعي سان صورتحال وڌيڪ ڳنڀير ٿي وئي. هن واقعي ۾ 25 ماڻهن کي زندگي تان هٿ ڌوئڻا پيا.

عام طور تي خيال ڪيو وڃي ٿو تہ تشدد پريل انتها پسندن کي ڪجهہ مذهبي سياسي تنظيمن جي حمايت حاصل آهي. انهي ڪانسواءِ اهڙن ماڻهن جي پٺي ٺپرڻ لاءِ هٿ ٺوڪيل مدرسن جو وسيع نظام پڻ موجود آهي. ڪن حلقن بگڙجندڙ صورتحال ۾ پاڙيسري ملڪن جي سرپرستي جو خدشو پڻ ظاهر ڪيو آهي. ايئن ٿو لڳي تہ قوم جو مستقبل مذهبي جي نالي تي رتوڇاڻ ۾ ملوث ماڻهن جي هٿن ۾ يرغمال بنجي چڪو آهي. هي ماڻهو شهرين کي دهشت کان ڊيڄن ۽ روز جو ڪاروبهوار ڦٽائڻ جي پوري طاقت رکن ٿا. رياست جي حاڪميت کي سامهون انهي چيلينج جي نتيجي ۾ سياسي عمل کي وڏو خطرو ٿي چڪو آهي. امن امان جا ذميوار ادارا جديد هٿيارن ۽ پراڻي سوچ رکندڙن اڳيان بي وس نظر اچي رهيا آهن. حالتون تيزي سان ڪنهن وڏي بحران طرف وڌي رهيون آهن. جيڪڏهن انهي صورتحال جو تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ هڪ پرامن خوشحال ۽ جمهوري پاڪستاني معاشري جي امڪانن کي شديد ڌڪ لڳندو.

اها ڳالهہ چٽي آهي تہ امن امان جي حوالي سان روا جي عبوري اپائن سان مذهبي دهشتگردي جي انهن واقعن جو تدارڪ نٿو ڪري سگهجي. وقت اچي ويو آهي تہ حڪومت تشدد پريل فرقيواريت واري مسئلي جو مڪمل جائزو وٺي جنهن ۾ هن بحران جا بنيادي سبب ۽ دير تائين حاصل ٿيندڙ نتيجن جو تجزيو بہ شامل هجي. انهي ڪري دهشتگردي مخالف محاذ ۾ شامل تنظيمون وفاقي حڪومت کي درخواست ڪن ٿيون تہ پاڪستان ڪميشن آف انڪوائري ايڪٽ 1956 هيٺ هڪ جاچ ڪميشن قائم ڪئي وڃي. جنهن جو دائرو ايترو وڏو گهرجي جو انهي جي نتيجي ۾ فرقي وار تشدد ۽ مذهبي انتها پسندي جي سمورن پهلوئن ۽ رخن جي چٽي تصوير سامهون اچي وڃي.

ڪميشن جو سربراهہ سپريم ڪورٽ جو موجوده يا رٽائرڊ جج مقرر ڪيو وڃي ڪميشن جا سڀ ميمبر فرقي وارائي تعصب کان آجي شهرت رکندڙ هجن ۽ رياست مذهب ۽ معاشري جي حوالي سان وڏي نظر رکندڙ هجن. ڪميشن ۾ فطري ديانت داري ۽ اعليٰ صلاحيتون رکندڙ شهرين کي بہ شامل ڪري سگهجي ٿو. اسان انهي ڪميشن لاءِ هيٺيون ڪم جو دائرو تجويز ڪريون ٿا.

- تشدد پريل فرقيواريت ۽ مذهبي انتها پسندي جي پکيڙ جي نشاندهي ڪرڻ ۽ اهو ڄاڻڻ تہ جاگرافيائي طور ڪهڙن

**پاڪستان ڪميشن آف انڪوائري ايڪٽ 1956 هيٺ هڪ جاچ ڪميشن قائم ڪئي وڃي. جاچ ڪميشن جي ڪم جو دائرو ايترو وڏو هئڻ گهرجي تہ ان جي نتيجي ۾ فرقي وارائي تشدد ۽ مذهبي انتها پسندي جي سمورن پهلوئن ۽ رخن جي تصوير سامهون اچي سگهي. ڪميشن جو سربراهہ سپريم ڪورٽ جو موجوده يا رٽائرڊ جج مقرر ڪيو وڃي. ڪميشن جا سڀ ميمبر فرقيوارائي تعصب آجي شهرت رکندڙ هجن ۽ رياست، مذهب ۽ معاشري جي حوالي سان وڏي نظر رکندڙ هجن.**

علائقن ۾ ۽ آبادي جي ڪهڙي طبقن ۾ اهڙا لاڙا شدت سان ڏٺا وڃن ٿا.

- هي معلوم ڪرڻ ته هٿياربند فرقيوار ماڻهو شهري آبادي ۽ رياستي ادارن مثال طور مذهبي ۽ غير مذهبي سياسي جماعتن، عوامي نمائندگي جي ادارن، سرڪاري انتظاميه، ميڊيا جي ذريعن، تعليمي ادارن ۽ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن ۾ ڪيتري حد تائين گهڙي چڪا آهن.
- فرقيوارائي تشدد جي تائيد، تحفظ ۽ واڌ ۾ هيٺين عوامل جي ڪردار جو جائزو وٺڻ:
  - 1973 کانپوءِ ٿيندڙ قانون سازي ۽ سرڪاري پاليسيون
  - چونڊيل عوامي نمائندا
  - سياسي جماعتون (اسيڪيولر ۽ مذهبي)
  - غير ملڪي مدد
  - قانون لاڳو ڪندڙ ادارا ۽ ڳجهيون ايجنسيون
  - فرقيوار گروپن ۽ مذهبي مدرسن جي ملي ڀڳت
  - ميڊيا جا ذريعا (اخبارون - ريڊيو، ٽي وي)
  - سرڪاري انتظاميه ۽ ڪامورا شاهي
- قانون سازي ۽ ٻين حوالن سان اهڙن اپائن جي سفارش ڪرڻ جيڪي ڪميشن جي صوابديد ۾ مذهبي انتها پسندي ۽ فرقيوارائي تشدد کي روڪڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿي سگهن ٿا.

ڪميشن کي هن ڪم جا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ شاهدن جا بيان وٺڻ ۽ هر قسم جو انتظامي ۽ عدالتي رڪارڊ ڏسڻ جا اختيار حاصل هجن. ڪميشن ڇهن مهينن اندر پنهنجي رپورٽ پيش ڪري. جنهن کي فوري طور منظر عام تي آندو وڃي ته جيئن مذهبي انتها پسندي ۽ تشدد جي خاتمي ۾ حڪومت ۽ عام شهرين جي تائيد حاصل ٿي سگهي ۽ قومي سلامتي جي سامهون هن سنگين خطري جو مقابلو ڪري سگهجي.

اسين يقين ڏياريون ٿا ته قانون جي حڪمراني رواداري امن عامه ۽ پاڪستان جي سڀني شهرين کي برابر جا حق ڏيڻ لاءِ ڪنهن سمورن اپائن ۾ حڪومت کي اسان جو ڀرپور سهڪار حاصل هوندو.

دهشت مخالف محاذ ۾ جن غير سرڪاري تنظيمن جا نمائندا شريڪ ٿيا انهن جا نالا هي آهن.

- انساني حقن جي پاڪستان ڪميشن (HRCP)
- AGHS ليگل ايڊ سيل
- عورت فائونڊيشن
- انساني ترقي لاءِ جمهوري ڪميشن
- ومين ايڪشن فورم
- شرڪت گاهه
- (ASR)
- (CLASS)
- احساس
- امن ۽ انصاف جي ڪميشن
- متحده ليبر فيڊريشن
- نواءِ خواتين
- (PIIER)
- پنجاب يونين آف جرنلسٽس
- لاهور پريس ڪلب
- فوٽو جرنلسٽس ائسوسيئيشن
- سيمرغ
- WAR
- SAP
- SPO
- اجوڪا ٿيٽر
- پنجاب نوجوان محاذ
- ستاد فائونڊيشن
- پاڪستان ليبر پارٽي

## جهد حق جا ساليانا خريدار بڻجو

- اوهان هن شماري جو مطالعو ڪيو جيڪي خاميون / ڪمزوريون اوهان کي نظر اچن ٿيون انهن جي نشاندهي خط جي ذريعي ڪريو.
- اوهان به پنهنجي علائقي ۾ ٿيندڙ انساني حقن جي ڀڃ ڪڙين جي رپورٽ/اطلاع اسان کي ٽپال ذريعي روانو ڪري سگهو ٿا. حقيقتون چڱي طرح سان تصديق ڪري لکو.
- هر شماري جي قيمت =/5 رپيا آهي.
- ساليانى خريدارن لاءِ =/50 روپيا اهڙا خريدار انساني حقن جي پاڪستان ڪميشن (Human Rights Commission of Pakistan) جي نالي صرف=/50 روپين جومني آرڊر/ڊرافٽ يا ڪراسڊ چيڪ اسان جي هيڊ آفيس جي ائڊريس تي روانو ڪريو. ائڊريس هي آهي.

**پاڪستان ڪميشن براءِ انساني حقوق**

"ايوان جمهور" 107 - ٽيپو بلاڪ

نيو گارڊن ٽائون لاهور

## جهد حق جا ساٿي ۽ HRCP جا ڪارڪن ڌيان ڏين

جهد حق لاءِ رپورٽون- خبرون تصويرون ۽ انساني حقن جي ڀڃ ڪڙين بابت ٻيو مواد مهيني جي ٽئين هفتي تائين پاڪستان ڪميشن براءِ انساني حقوق جي مرڪزي آفيس ۾ پهچي وڃڻ گهرجن ته جيئن ايندڙ شماري ۾ شايع ڪري سگهجي.

**ادارو**

# جهد حق پڙهڻ وارن جا خط

## بدين

### پاڪستان ۾ اقليتن جي [illegible] جي پامالي

ملڪ ۾ انساني حقن جي پائمالي جو عام شڪار تہ اڪثريت بہ آهي پر اقليتون انهي جو گهڻو شڪار آهن. اقليتون شديد سياسي، معاشي ۽ نفسياتي دٻاءَ ۾ مبتلا آهن. ڪين زندگي جي شعبي ۾ پوئتي رکيو ويو آهي. هنن جي گهڻائي معاشي طور بدحال، بي گهر ۽ جبري پورهئي ۾ جڪڙيل آهي. وڏيرا زميندار هندو هارين کان هڪ نہ جبري پورهيو ٿا وٺن پيو سندن زالن ۽ ڇوڪرين کي "پنهنجي شي" سمجهي استعمال ٿا ڪن. هنن جي آبرو ۽ غيرت بيدردي [illegible] قتل ٿي رهي آهي. لجالت انتها تي آهي ڇوڪرين کي اغوا ڪري زبردستي هن جو مذهب تبديل ڪرائي "شادي" ڪئي ويندي آهي اهڙن واقعن کي نہ ڪلي عدالت ۾ آندو وڃي ٿو ۽ نہ ئي ڇوڪري کي دالارمان ٿو موڪليو وڃي. ڇوڪريءَ جي ماءُ پيءُ کي نہ هن سان ملڻ جي اجازت نٿي ڏني وڃي. مفاد پرست ماڻهو مذهب جي نالي تي پنهنجو مفاد حاصل ڪن ٿا. ٻي طرف هتي ميگهواڙ، ڪولهي، ڀيل کي نيچ سمجهي انهن سان کائڻ پيئڻ ۽ اٿڻ ويهڻ بہ پسند نٿو ڪيو وڃي پاڪستان جي آئين ۾ تہ لکيل آهي تہ هر ماڻهو کي مذهبي آزادي آهي مگر اقليتن کي آزادي سان مذهبي تبليغ جي اجازت ناهي. اقليتون پنهنجو پاڻ کي زندگي جي هر شعبي ۾ [illegible] محسوس ڪن ٿيون. هنن جي مذهبي رسمن، تهذيبي ۽ ثقافتي سرگرمين کي ريڊيو ٽي وي تي مناسب حصو نٿو ڏنو وڃي.

سرڪاري سطح تي نوڪرين ۾ اقليتن سان ناروا سلوڪ اختيار ڪيو پيو وڃي. هندو اقليت جي پاڪستان جي فوج ۽ رينجرس ۾ تہ ڀرتي بلڪل نٿي ڪئي وڃي ۽ نہ ئي ڪنهن کي ضلع جو اعليٰ آفيسر مقرر ڪيو ٿو وڃي اهڙين حالتن ۾ اقليتن ۾ مايوسي پيدا ٿيڻ يقيني آهي. اقليتن ۾ تعليم رڳو مٿئين طبقي ۾ آهي هيٺئين طبقي ۾ تعليم نہ هئڻ جي برابر آهي صرف مردن ۾ ٿوري گهڻي تعليم آهي اها بہ نوڪرين ۾ امتيازي سلوڪ سبب متاثر ٿي رهي آهي عورتن ۾ تعليم نہ هئڻ برابر آهي ڇوڪرين کي انهي ڪري نٿو پڙهايو وڃي جو هو گهرن کان ٻاهر نڪرنديون تہ غيرن جي نظرن ۾ اينديون ۽ پڙهڻ کان پوءِ ٿي سگهي ٿو ڪنهن غير مذهب واري ڇوڪر سان پسند جي شادي ڪري وٺن. سياسي طور تي اقليتن کي جدا رکيو ويو آهي اقليتن جا ووٽ بہ جدا آهن جنهن [illegible] اقليتي اميدوارن جا تڪ ايڏا وڏا هوندا آهن جو نہ اميدوار ۽ ووٽر هڪ ٻئي سان رابطو ڪرڻ جي قابل هوندا آهن. اقليت جي گهڻائي وڏيرن ۽ زميندن جا هاري ۽ مزدور آهن ۽ انهن جي ووٽن جو فيصلو وڏيرن جي اوطاقن تي ٿيندو آهي چونڊ تڪ وڏو هئڻ جي ڪري چونڊ وڙهڻ لاءِ گهڻي رقم خرچ ڪرڻي ٿي پوي انهي ڪري چونڊ [illegible]مي وڙهن ٿا [illegible] وڏا وڏا سيٺ هوندا آهن غريب ۽ [illegible] اميدوار چونڊ نٿا وڙهي سگهن. هڪ اهم [illegible] بہ آهي تہ اقليتن جي سيٽن جو چونڊ نتيجو بہ گهڻو دير سان [illegible] وڃي ٿو جڏهن تہ انهي کان اڳ اسيمبلي جو [illegible] اسپيڪر ۽ ڊپٽي اسپيڪر چونڊجي [illegible] [illegible] اقليتي [illegible] جي [illegible] ڏيان ني نٿو [illegible] وڃي. [illegible] ڪرامن جي نظر ۾ هي فالتو ميمبر [illegible] وڃي وڃي آهن.

**چندرالال ڪيسراڻي**

## [illegible]

### مذهبي منافرت طرف هڪ ٻي وک

جناب رفيق تارڙ صاحب ڳري اڪثريت [illegible] پاڪستان جو نئون صدر چونڊيو، جڏهن نواز شريف ۽ سندس حامي پارٽين طرفان موصوف جو نالو صدارت لاءِ پيش ڪيو ويو تہ پاڪستان جي نظر رکندڙ ماڻهن هن خدشي جو اظهار ڪيو تہ موصوف انتها پسند مذهبي [illegible] رکندڙ آهي. هو پاڪستان ۽ عوام لاءِ قطعي نيڪ سوڻ ناهي. اعليٰ ترين عهدن تي [illegible] شخصيتن جو عقيدو ۽ مذهب ڪجهہ بہ هجي ليڪن رياست جا معاملا هلائيندي هن کي سيڪولرزم (بي تعصبي) کان [illegible] گهرجي. انهي ۾ ملڪ جي بقا [illegible] خوشحالي [illegible]

نسير [illegible] شي[illegible]

## ميهڙ

### ASI ايليٽ پوليس فورس جو

ٺاٺرن جو دڪاندار شاهنواز ڪوسو پنهنجي دڪان تي ڪم ڪري رهيو هو. قمر [illegible] ڪوڪر ڏالي (E.P.F) ايليٽ پوليس فورس جو اي ايس آءِ، هڪ هيڊ ڪانسٽيبل [illegible] ڪندر [illegible] جيڪو ميهڙ ٿاڻي جي حد ۾ سپ ڪار وڏيڪ ڏاڍايون ڪندڙ پوليس اهلڪار طور ڄاتو وڃي ٿو شاهنواز جي دڪان تي ويا ۽ هن جي موٽر سائيڪل نمبر Hyd-7364 ٿاڻي تي کڻي آيا. شاهنواز ٿاڻي تي ڳڌ ويو تہ هن چيو ڪاغذ ڏيکار ڪاغذن جا نقل شاهنواز وٽ موجود هئا پر ASI گاڏي ڏيڻ کان صاف انڪار ڪيو مون هن پوليس وارن کي چيو تہ شهر جو معزز ماڻهو آهيان. هن کي گاڏي ڏيو. سپاٽي شاهہ [illegible] جا اصل ڪاغذ [illegible] ايندو آئون ان جو ذمو کڻان ٿو پر هنن انڪار ڪيو ۽ چيو تہ اصل ڪاغذ هوندا تہ بہ اسان 500 روپيا چانهن پاڻي جا وٺنداسين. اسان ٿاڻي تان واپس آياسين ۽ شاهنواز کي ان وقت ڳوٺ سوڪلي اصل ڪاغذ گهرايا سين ۽ کڻي ٿاڻي وياسين. پر اي ايس آءِ چيو تہ اصل ڪاغذن جي باوجود هو موٽر سائيڪل نہ ڏيندو جڏهن اها ڳالهہ ڊي ايس پي تائين پهتي تہ ڪجهہ ڳالهہ ٿي. پوءِ انهن ڪاغذن جي تصديق حيدرآباد کان ڪرائي [illegible] دير [illegible] ان موٽر سائيڪل واپس ملي.

[illegible] ڳالهہ هي آهي تہ اهو ڪاٿو ۽ [illegible] جنهن جو ڪم شهرين جي جان ۽ مال [illegible] حفاظت آهي، پرامن عام شهرين کان [illegible] ڦرڻ لاءِ انهن جو عملو ڪو نہ ڪو حربو استعمال ڪري ٿو جڏهن تہ اسان ڏوهاري آزاد پيا گهمندا آهن.

**ڊاڪٽر صفدر [illegible] بگهي**
**هوميو پيٿ ۽ سند يافتہ حڪيم**

## [illegible]آباد

### [illegible] اقليت سان منسوب نالن جي تبديلي

هندو اقليت ۾ انهي [illegible] گهٽتي آهي تہ برادري جي نالي سان منسوب [illegible] اسڪولن ڪاليجن اسپتالن ۽ رستن جا نالا [illegible] ڪري بيا نالا رکيا پيا وڃن، هي ڳالهہ [illegible] آهي تہ پاڪستان جي آئين ۾ ٿورن عهدن کا سواءِ نسل مذهب جي فرق جي منع ٿيل آهي [illegible] پوءِ هندو برادري سان منسوب شين کي ڇو نہ بدلايو وڃي؟ برادري جي ماڻهن کي ٻي درجي جو شهري ڇو ٿو تصور ڪيو وڃي. آئون HRCP ۽ چيئرپرسن عاصمہ جهانگير کي پرزور اپيل ٿو ڪريان تہ هن مسئلي کي متين حاڪمن تائين پهچائي

**هري چنهہ ماتيا**

(اوهان انهن تبديلين جا تفصيل اداري کي موڪليو)

## مالا ڪنڊ

### مقامي تنظيم

مالا ڪنڊ خاص ايجنسي جو صدر مقام آهي ۽ آبادي اٽڪل 1200 ماڻهن تي ٻڌل آهي، مون HRCP جي ڪارڪن جي محنت سان هڪ تنظيم ٺاهي آهي جنهن جا بنيادي مقصدن ڪجهہ هي آهن.

1. عوام ۾ بنيادي انساني حقن جو شعور وڌايو وڃي
2. ماڻهن کي پنهنجي ضمير مطابق ڇرپر تنظيم ٺاهڻ جمهوري نظام ۾ شامل ٿيڻ جو حق خاص ڪري عورتن جو ڏيارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي.

3. ماڻهن ۾ تعليم جو شعور وڌايو وڃي ۽ عورتن جي تعليم جو خاص انتظام ڪيو وڃي.
4. هر شهري جي نسل رنگ جنس جي فرق کان سواءِ برابري جو حق مڃرايو وڃي.
5. انساني حقن جي حفاظت ڪئي وڃي.
6. پورهيتن جي حقن جي پاسداري ڪئي وڃي.
7. جبري پور هڻي ۽ بيگار کي ختم ڪيو وڃي.
8. عورتن جي حقن جي حفاظت ڪئي وڃي.
9. ٻارن جي حقن جي حفاظت ڪئي وڃي
10. اقليتن جو حقن جي احترام ڪيو وڃي.
11. علائقي جي عوام لاءِ روزگار جا ذريعا فراهم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي.

**رخسانه بيگم**

### تعليم مفت ڪئي وڃي

ٺٽون گورنمينٽ مڊل اسڪول ميند ۾ ستين ڪلاس جو شاگرد آهيان اسان جو علائقو ڏاڍو پوئتي پيل ۽ اڪثر آبادي غريب آهي. اهي ماڻهو جن وٽ دولت آهي پنهنجي ٻارن کي اعليٰ تعليم ڏياري سگهن ٿا. مگر غريب ماڻهن جا ٻار يا ته بلڪل نٿا پڙهن يا وري تعليم اڌوري ڇڏيو ڏين ڇوته اسڪول جا خرچ پري نٿا سگهن. جيڪي غريب شاگرد پڙهن ٿا اهي احساس ڪمتري جو شڪار آهن. انساني حقن جي عالمي منشور ۾ لکيل آهي ته: هر ماڻهو کي تعليم جو حق آهي قلم 26 (1) تعليم جو مقصد انساني شخصيت جي واڌ ويجهه هوندو ۽ اهو انساني حقن ۽ بنيادي آزادين جي احترام ۾ اضافي جو ذريعو هوندو. اهو سڀني قومن ۽ نسلن جي وچ ۾ گڏيل مفاهمت، رواداري ۽ دوستي کي ترقي ڏيندي.

**شاهد اقبال**

**حسن ابدال**

### HRCP شڪايت سيل جي نالي

#### پوليس جي ڪارڪردگي

هي واقعو 10 ڊسمبر 1997 جي رات اٽڪل 7.30 بجي جي لڳ ڀڳ ويجهي ڪمپني چوڪ وٽ پيش آيو. هن هڪ وٺان واه آرڊيننس فيڪٽري" لاءِ بسون به هلن ٿيون. ۽ واه ريلوي اسٽيشن به هن رستي تي آيو. منهنجي پڦي، منهنجي پي، ڀائيٽي ۽ ڪزن جن سان هڪ 15 سالن جي هڪ 9 سالن جو ڇوڪرو گڏ هئا. اسلام آباد منهنجي پڦي جي پٽ کي ڪويت وڃڻ لاءِ هوائي اڏي تي ڇڏي واپس اچي رهيا هئا. هن گاڏي ڀاڙي تي ڪئي هئي. هن چوڪ تي پوليس وارن گاڏي روڪائي، پوليس وارا جيڪي تعداد ۾ 9 يا 7 هئا هن ڊرائيور کي جنهنجو نالو شاهد جي هو گاڏي جا ڪاغذ ڏيکارڻ لاءِ چيو ته شاهد جي چيو ڪاغذ ته مون وٽ هن وقت ناهن. ڇو ته اهي گهر رهجي ويا آهن. هن ٻڌايو ته هو روزانو هن رستي تي اچي وڃي ٿو. پر پوليس وارن چيو ته گاڏي نٿي وڃي سگهي ۽ هن ننڍن ٻارن کي هيٺ لاهي، ڊرائيور چيو اوهان جو ٻارن سان ڪهڙو ڪم جيڪا ڳالهه ڪرڻي هجي مون سان ڪريو جنهن تي پوليس وارن ڊرائيور کي مڪن سان مارڻ شروع ڪيو ۽ ڊرائيور کي گاڏي مان هيٺ لاهي هن کي لتن ۽ مڪن سان ايترو ماريو جو هن جي منهن مان رت وهڻ لڳو. پوليس وارا عورتن جي اڳيان ڊرائيور کي گنديون گاريون ڏيندا رهيا. جيڪي لڪڻ جهڙا ناهن ان ڪانپوءِ منهنجي پڦي جنهن جي عمر 70 سال آهي گاڏي مان هيٺ لهي پوليس وارن کي منٿون ڪري ڊرائيور کي واپس گاڏي ۾ وهاريو. ان جي باوجود پوليس وارن ڊرائيور کي نه ڇڏيو ۽ ڪيس مڪون ۽ ٺونشا هڻندا رهيا. پاسي کان پيون گاڏيون گذرنديون رهيون. مسافرن جي منٿن ڪانپوءِ پوليس وارن ڊرائيور کي ائين چئي وڃڻ ڏنو ته جيڪڏهن ٻار ۽ عورتون نه هجن ها ته تنهنجو خير نه هو. منهنجي ڀائيٽي جنهن جي عمر ٽي سال آهي ۽ هو ڀاتائي ڳالهائي ٿي. هن ٻڌايو ته پوليس وارن ڊرائيور جا وار پڻ پٽيا ۽ هن کي ڏاڍو ماريائون. ايڏي ننڍي عمر ۾ جيڪو ٻار تشدد ٿيندي ڏسندو آهي ان جي ذهن تي ڪهڙو اثر پوندو هوندو. انهي ڪانسواءِ هن ڊرائيور جي باري ۾ سوچيو جنهن سان ايتري قدر تشدد ٿيو ۽ گاڏي ۾ ويٺل عورتن سامهون بي عزتي ٿي هئي. منهنجي ڪزن جي پٽ جنهنکي هي ڊرائيور روزانو اسڪول کڻي ويندو آهي جا هن کي هر روز هي ايذاءَ رسائڻ وارو اوقعو ياد نه ايندو هوندو. جن ... جو هي واقعو آهي ان ڏينهن ۾ هن روڊ تي چوري ۽ ڌاڙن جون ڪيئن وارداتون ٿيون هيون.

مهرباني ڪري هن واقعي جي انڪوائري ڪرائي وڃي ۽ جيڪڏهن واقعي پوليس وارا انهي جا ڏوهاري هجن ته ڪين جوڳي سزا ڏني وڃي ۽ ڪين نوڪرين مان ڪڍيو وڃي ته جيئن ٻيا پوليس وارا آئينده اهڙو ڪم نه ڪن. پوليس طرفان ڪارروائي ٿئي ته مهرباني ڪري مون کي ضرور اطلاع ڏجو.

محمد نوشاد، محمد افضل، ذيشان راهي

**ڪاڇو**

### ٻه ڇوڪريون قتل

ڳوٺ قبول گوپانگ ۾ مڙس الهجايو ڪاري هڻڻ جو الزام لڳائي پنهنجي زال انور کي فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو. مسمات انور تڏي تي مري وئي ۽ قاتل الهجايو موقعي تي پهچي ويو. هڪ ٻي ڳوٺ جهبير شيخ ۾ ڪاري جي الزام هيٺ شهمير شيخ پنهنجي 17 سالن جي ڀيڻ کي ڪهاڙي جا ڌڪ هڻي قتل ڪري ڇڏيو. هو تڏي تي مري وئي. پوليس شهمير کي گرفتار ڪري ورتو.

**ذوالفقار علي ابڙو**

### ڪير ٿر جي جهولي ۾ عورتن جا مسئلا

ڪاڇو جيڪو ڪڇ لفظ مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ دامن يا جهولي آهي يعني هي علائقو ڪير ٿر جبل جي جهوليءَ ۾ واقع آهي. هتان جي ماڻهن جو گذارو ٻني ٻاري تي ٿئي ٿو. 10 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ ماڻهو پڙهيل لکيل آهن. ڇوڪريون ته اٽڪل اڻ پڙهيل هونديون آهن جنهن جو بنيادي سبب هتي ڇوڪرين جو اسڪول نه هئڻ آهي. هتي پيئڻ لاءِ نه صاف پاڻي ميسر آهي نه صحت جون پيون بنيادي سهوليتون آهن. ڇوڪرين جي ننڍي ڄمار ۾ شادي ۽ پيسن تي ڏڻ جو رواج وڌي رهيو آهي. هڪ نوجوان ڇوڪري جو نڪاح ڪنهن پوڙهي ماڻهو سان 50 هزارن کان هڪ لک روپين تائين جي عيوض ڪرايو ويندو آهي. دولت مند چار زالون خريدي وٺندا آهن. ننڍي ڄمار جي شادي جي ڪري ڪيتريون نفسياتي بيماريون جنم وٺن ٿيون. اڪثر ڇوڪريون ذهني مريض ٿيو پون. پنهنجي زندگي جي باري ۾ هو ڪو فيصلو نٿيون ڪري سگهن. خودڪشي تائين نوبت جي ٿي پهچي جڏهن هڪ ماءُ پاڻ ذهني مريض هجي ته هن جا ٻار به ذهني مريض ٿي ٻنجي سگهن ٿا.

**ڊاڪٽر عبدالعزيز رستماڻي**

**ٽنڊو خيرو**

### آب پاشي ۽ ڪامورا شاهي

اسان جي علائقي ۾ پاڻي جي شاخ جيڪا زرعي زمين کي سيراب ڪري ٿي. ان کي بااثر ماڻهو پنهنجي مرضي سان جڏهن چاهين لاڳاپيل آفيسرن سان ملي پڳت ڪري بند ڪرايو ڇڏين جيتوڻيڪ انهي سان اٽڪل 20 هزار ننڍن آبادڪارن جو روزگار جڙيل آهي. اسان وٽ چانورن جو فصل ٿيندو آهي جيڪو بروقت پاڻي نه ملڻ سبب تباهه ٿي ويندو آهي. جنهن موسم ۾ ڪڻڪ جو فصل ٿيندو آهي ان وقت ايترو پاڻي ڇڏيو ويندو آهي جو پوکيل ٻني پاڻي هيٺ اچي ويندي آهي. ڪي جا آفيسر اسان جي شڪايتن تي ڌيان نٿا ڏين. اوهان اسان جو آواز آفيسرن جي ڪن تائين پهچايو.

**منظور جان بروهي**
**سنڌ بروهي ويلفيئر ائسوسيئيشن**

**اٽڪ**

ننڍي ڄمار جا جانور ۽ غير قانوني افغان مهاجر ڊپٽي ڪمشنر اٽڪ جو ڌيان هڪ درخواست ذريعي ضلع ۾ موجود غير قانوني افغان مهاجرن طرفان ننڍي ڄمار جي جانورن کي ذبح ڪري غير قانوني وڪري طرف ڇڪايو وڃي آهي. ته جيئن هو قانوني اختيار استعمال ڪندي ضابطن مطابق ڪارروائي ڪري ۽ عوام کي انهي کان آگاهه ڪري.

**شيخ اختر جاويد ايڊووڪيٽ**

# موجوده آئين هيٺ پاڪستانين جا بنيادي حق

آزادي کان ونئي 1956 تائين پاڪستان جي عبوري دستور ۾ عوام جي بنيادي حقن جو ڪو ذڪر نہ هو. البت 1954 کان هاء ڪورٽن کي اهو اختيار حاصل هو تہ اهي شهرين سان سندن آئيني حقن مطابق ٿيندڙ سلوڪ جي سلسلي ۾ رٽون جاري ڪري سگهن.

1956 جي آئين ۾ بنيادي حقن تي هڪ باب شامل ڪيو ويو هو جنهن کي انساني حقن جي عالمي اعلان مان ورتو ويو هو. هن آئين کي 1958 ۾ منسوخ ڪيو ويو. 1962 ۾ لاڳو ٿيندر نئين آئين ۾ بنيادي حق موجود نہ هئا. ليڪن ايوب حڪومت کي جلد اهي حق بحال ڪرڻا پيا. 1973 جي آئين ۾ بنيادي حقن جو ڀيهر تعارف ڪيو ويو.

## پاڪستان ۾ بنيادي حق

موجوده آئين هيٺ پاڪستان جي شهرين کي هيٺ ڄاڻايل بنيادي حق حاصل آهن.

1- ڪنهن بہ شخص کي زندگي ۽ آزادي کان محروم نٿو ڪري سگهجي. سواء قانوني تقاضائن جي پوري ڪرڻ واري مقصد سان.

2- ڪنهن بہ شخص کي حراست ۾ ورتو ويندو تہ هن کي گرفتاري جي سببن کان جيترو قدر جلد ممڪن ٿئي آگاهہ ڪيو ويندو ۽ هن کي پنهنجي مرضي جو وڪيل ڪرڻ ۽ انهي سان مشوري ڪرڻ جي اجازت هوندي.

(ب) حراست ۾ ورتل ماڻهو کي 24 ڪلاڪن اندر مئجسٽريٽ اڳيان پيش ڪيو ويندو ۽ وڌيڪ حراست ۾ رکڻ لاء ميجسٽريٽ کان منظوري وٺڻي پوندي.

ج- مگر امتناعي نظربندي جي قانون هيٺ ڪنهن بہ ماڻهو کي حراست ۾ وٺي سگهجي ٿو. ۽ نظربند ڪري سگهجي ٿو.

3- غلامي تي پابندي آهي ۽ سڀني قسمن جي جبري پورهئي ۽ انسانن کي خريد ڪرڻ ۽ وڪڻڻ جي اجازت ناهي. چوڏهن سالن کان گهٽ ڄمار واري ٻار کي ڪنهن فيڪٽري يا کاڻ ۾ خطري سان ڀريل نوڪري ڪرڻ جي اجازت ناهي. ان هوندي بہ سزا لڳل ماڻهن کي لازمي خدمت تي مجبور ڪري سگهجي ٿو ۽ پڻ شهرين کي قانون هيٺ ان لاء پابند ڪري سگهجي ٿو. اهڙي عوامي خدمت ظالماڻي نوعيت جي نہ هئڻ گهرجي ۽ نہ ئي انساني وقار جي منافي هجي.

4. ڪنهن اهڙي ماڻهو کي ڪنهن اهڙي عمل جي سزا نٿي ڏئي سگهجي جيڪو ڏوهہ ٿيڻ وقت ڏوهن جي لسٽ ۾ شامل نہ هجي ۽ ڪنهن بہ شخص کي ڏوهہ ٿيڻ وقت موجود قانوني سزا کان وڌيڪ سزا هرگز نٿي ڏئي سگهجي.

5. هڪ ئي ڏوهہ ۾ ڪنهن بہ ماڻهو تي نہ ٻہ دفعا ڪيس هلائي سگهجي ٿو ۽ نہ سزا ڏئي سگهجي ٿي. ۽ نہ ئي هُن کي پنهنجي خلاف شاهدي ڏيڻ تي مجبور ڪري سگهجي ٿو. سواء قانوني فائدي هيٺ.

6. ثبوت حاصل ڪرڻ لاء ڪنهن شخص تي تشدد نٿو ڪري سگهجي.

7. هر شهري کي ملڪ جي ڪنهن بہ حصي ۾ وڃڻ ۽ رهائش اختيار ڪرڻ جو حق آهي.

8. هر شهري کي پرامن اجتماع ڪرڻ جو حق آهي.

9. هر شهري کي يونين ۽ انجمن ناهڻ جو حق آهي

10. هر شهري کي جيڪو سرڪاري ملازم ناهي سياسي پارٽي ناهڻ يا ڪنهن سياسي پارٽي ۾ شامل ٿيڻ جو حق آهي.

11. هر ماڻهو کي ڪوبہ جائز پيشو يا ڪاروبار ڪرڻ جو حق آهي.

12. هر ماڻهو کي تقرير ۽ اظهار جي آزادي جو حق آهي ۽ وڌيڪ تہ پريس آزاد هوندي.

13. هر ماڻهو کي پنهنجي مذهب جي دعوي ڪرڻ، ان تي عمل ڪرڻ ۽ ان کي ڦهلائڻ جو حق آهي.

14. هر مذهبي جماعت کي خاص پنهنجي مذهبي اداري کي برقرار رکڻ جو حق آهي.

15. ڪنهن بہ ماڻهو کي ڪو اهڙو ٽيڪس ڏيڻ تي مجبور نٿو ڪري سگهجي جيڪو هن جي پنهنجي مذهب بدران ڪنهن ٻي مذهب جي فائدي لاء هجي.

16. ڪنهن بہ تعليمي اداري ۾ تعليم وٺندڙ ماڻهو کي ٻي مذهب جي تعليم حاصل ڪرڻ يا ان جي ڪنهن رسم ۾ شرڪت ڪرڻ تي مجبور نٿو ڪري سگهجي.

17. سڀني مذهبي ادارن سان ٽيڪس جي ڇوٽ يا گهٽتائي جي معاملي ۾ هڪجهڙو سلوڪ ڪيو ويندو.

18. سڀني مذهبن سان واسطو رکندڙن کي حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي قائم ڪيل مذهبي ادارن ۾ پنهنجي مذهب جي تعليم ڏئي سگهن.

19. ڪنهن بہ ماڻهو کي پبلڪ محصولن مان امداد حاصل ڪندڙ تعليمي اداري ۾ نسل- مذهب ذات ۽ جاء پيدائش جي بنياد تي داخلا ڏيڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي.

20. هر شهري کي ملڪيت رکڻ جو حق آهي.

21. ڪنهن بہ شخص کي قانوني تقاضا کانسواء ملڪيت کان محروم نٿو ڪري سگهجي.

22. قانون جي نظر ۾ تمام شهري برابر آهن، قانوني تحفظ جا هڪ جيترا حقدار آهن.

23. مذهبي ادارن کان سواء عوامي تفريح جي سمورن هندن تائين پهچڻ کان ڪنهن ماڻهو کي نسل، مذهب، ذات ۽ پيدائش ۽ رهائش جي جاء جي بنياد داخلا کان روڪي نٿو سگهجي.

24. ڪنهن بہ ماڻهو سان نسل، مذهب، ذات ۽ پيدائش ۽ رهائش جي جاء جي بنياد تي ملازمتن جي معاملي ۾ امتيازي سلوڪ روا نٿو رکي سگهجي.

25. مخصوص زبان، رسم الخط ۽ ثقافت رکندڙ شهرين جي هر گروهہ کي انهن کي جاري رکڻ ۽ انهن لاء ادارا قائم ڪرڻ جو حق هوندو.

**نوٽ: هي حق حتمي ناهن هي سڀ آئين ۽ قانون جي تابع آهن.**

# ٽي ۾ جيڪب آباد ۾ ٿيندڙ HRCP جي نامہ نگارن ۽ ڪارڪنن جي ورڪشاپ جون ڪجھ تصويرون




H.R.C.P.` سنڌ چيپٽر جي وائيس چيئرپرسن نور ناز آغا ، ۽ S.T.F.S جوڪوآرڊينيٽر شڪيل پٺاڻ ورڪشاپ کي خطاب ڪندي












پبلشر: پاڪستان ڪميشن براء انساني حق

ايوان جمهور 107، نيو بلاڪ يو گارڊن ٽائون لاهور فون 5838341

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ڀَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ٻاڙي، ڪاٺو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ڀَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَمل مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجھَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ جـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛

گـيـتَ بہِ جـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بـيـتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيـڪي بہ ڪٽين، جيـڪي بہ ڪٽين!

مـون لاءِ بـنهي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪـري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪـتـابن تـائين محدود نـہ هـونـدو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوڙ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)